ولري اٺجي اينو هو، سو ڪيئن ڦري ڀڃڻو سچو ۽ ساڄن ٿيو؟ انهيءَ جو جواب، ڪبير صاحب سندر ۽ لاثاني لفظن ۾ ڏنو آهي:

ڀرم ڀلينا سُرت هوائي - گرلا گيان چلايا
ڀرهم اگن سهجي ڀر جاڳي - ايڪهه چوٽ سڄهايا
سمت سنتوک ليءِ لڙلي لاڳا - ٽوڙي ڏهه دروازا
ساڌ سنگت اَر گور ڪرپا تي - پڪڙيو گڙهه ڪو راجا
ڀگونت ڀير سڪت سمرن ڪي - ڪٽي ڪال ڀؤ ڦاسي
داس ڪبير چڙهيو گڙهه اوپر - راج ليئو اناسي.

راڳ ڀيرو، ڪبير صاحب، شبد (١٧)

شيوڪ کي ساڌنا روُپي مها يڌ، من سان جوٽڻي پئي ٿي. شيوڪ ڀرماتما جي شرڻ وٺي، ستگور جو شبد ڪمائي، سنتن جا چرن چمي، رام نام جو رنگ لڳائي، آتم مٿاني، آسيس ۽ آشيرواد وٺي ٿو. پوءِ سچ جي زرهه پهري، ڀرم جو ٽوپ پائي، صدق جي ڍال لڳائي ۽ گيان جي تلوار کڻي، من جي قلعي تي حملو ڪري ٿو. من ته اڳئي مستاق هئو ۽ اهڙي پهلوان جي پهلوءَ ۾ پورو لاءِ پريشان هئو، جيئن مؤمل، واڻل لاءِ روز رات، راهه تڪيندي هئي. اِئين شيوڪ ڀاڳ ۾ ڀڳي، ڀاڳ ڀڃائي ٿو. پوءِ پُڌي پرڪاش ڪري ٿي، آتم جوت جاڳي ٿي، ۽ اگيانتا دوُر ٿئي ٿي. منُ من کي مڃي ٿو. اندر، اندر سان اورؤن اوري ٿو. من جي شڪتي، چت جي شڪتيءَ ۾ سمائجي وڃي ٿي. ليج، ليج سان ملي وڃي ٿو، جتي وڃي واس ٿئي ٿو. آتما ڀاڳ ڀاڳ کي آزاد ڪرايو ۽ ڪيس من ۾ پڌي آزادي وٺي ڏني؟ جو جيوُ اندر آهي، تنهن کي سوچي ساڃاهيو. وواڪ جو وڪاس ڪرائي، پُڌيءَ جو پل جاڳايو. انهيءَ وڪاس ۽ پل جي پرڪاش، اگيانتا ۽ اوديا جي اونده هٽائي ۽ من جي ڪايا ڪلپ ڪرائي. سچ تلوار ٿيو ۽ ساڌن ثابت ٿيا. آزادي آتما پائي، نه من ۾ ڀر من معرفت. هڪ سُر جي سمفنيءَ ۾، سڀ ساز سمائجي ويا.

آپُ آپ سي جانيا - ليج ليج سمانا
ڪهه ڪبير اَب جانيا - گوبند من مانيا.

راڳ ڀلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

اهو صاحبن جو اعلان آهي، ته من جي طوفان جو سامهون ڪري سگهجي ٿو، من جي آنڌي اوڙانگهي سگهجي ٿي، من جي ولر ڦري سگهجي ٿي، ته اوت موت ڪاٽي. امنگ ۽ اتساهه، ايمان ۽ اُدم، اشرافت ۽ اُورچائي اهون ئين، ته مشڪل آسان ٿي پوي

۽ ڏوکو نہ ٿو کائي. ھيڪئي من ھي ماڻ آھي ۽ زبان ٿي لقاءُ آھي. ھو ڪارج ۽ اڪارج ڏسي ٿو ۽ اڪارج ۽ ڪارج. ھو پرکولي ۽ پرمالما پسي ٿو ۽ پرمالما ۾ پرکولي. من ھي مهاتما، پکوان ھي پاٺي ۽ پتل آھن. ڪو ڪم ڇهالي ڪونہ ٿو ڪري. ھڏھي حڙن، ھڪ ڪلال ڪتاب مثل آھي. ھو چاھي، سو پڙھي سگھي ٿو. ھو دک سک، ڏٺي ڏيهہ، پاپ پڃ ۽ نيڪيءَ بديءَ ھي ايدن ڪان پار پهچي چڪو آھي. ھو پاپيءَ ٿوڙي پرائڪاريءَ ۾ پرمالما پائي ٿو، ڇو تہ ھو حقيقت وسي او. ”مان مان“ ۽ ”مريءَ ليريءَ“ کان ڏور آھي. پاڻ پاڻ ۾ حاچي ٿو. پٽي ھي سمع ٿي متوالو ڪونہ آھي. تنهن ڪري، ڏوکي ٿاسي نہ ٿو سگهي. ڪرم فقط اھي ڪري ٿو، ھي پرمالما ھي پراتيءَ لاءِ ڪارگر ٿين.

إهائي حيوان آھي، سندس ليمر ۽ پير، حب ۽ لب، سچ ۽ سنهمر، پوڄا ۽ پاٺ، ڏيان اروا، پاڻ کي ڪارج جو ڪرتا، پرڳ جو پهتا يا جرڳ جو ڀڳتا نہ ٿو سمجهي. ھو ھردم ھر حالت ھيڪ، اڇا وهمت ۽ ارليپ رهي ٿو. اڇدت ۽ ترپتہ ھي استيءَ ۾ گذاري ٿو. ھو ڪلمپالن ھي قيد مان آزاد ٿي، آلما ۾ اڏول رهي ٿو. ھن ھي ليڪھ جو آڌار، ناموس يا ڏيکاءُ ٿي نہ آھي، جو ھام ھٽي ڇڏي نہ مون ھي نہ چڏيو آھي، نہ ھو بہ چڏيو آھي. ھن جو ليکو، وراڳ ھي پاوئا مان اتپن ٿيل آھي، وراڳ، ليڪھ ھي پاوئا مان. پسوءِ حيڪن پڪو ٿل، اما پتن کي ابتداءُ ڏيڻا ھي، پاڻھي آڇي پٽ پوندو آھي، ليڪن تي شيوڪ، جڏھن رچي راس ليندو آھي، تڏھين نہ ڪرڻ يا نہ ڦرڻا واراڻ عادتن ۽ اعمال، پالمرادو چڏائدي ويندائن آھن ۽ مذھبي پابندائن پاڻھي ٽٽي پوندائون آھن. تنهن ڪري، نہ چڏھڻ ھي چڪ ٽٽي ۽ نہ بهر همت ڪرڻ جو حرص جاڳي. بلڪ، نہ چڏھڻ ھي ڪسر رهي ۽ نہ وري ليڪھ جي اساڙ اڀجي. اھڙو شيوڪ قادر ھي قدوس ۾ مايل آھي ۽ سچان جي لئا ۾ سمايل آھي. ھو پاڻ کي سڀني ۾ پسي ٿو ۽ سڀني کي پاڻ ۾ پسي ٿو. ھن لاءِ سارو سنسار ئي برھم پسارو آھي. برھم حرد اھڙي شيوڪ ھي ديدار لاءِ ديوالو آھي ۽ پيو پراتم لاءِ پڪاروڻ ڪري.

ڪبر من نرمل پيا - جهسا گنگا نير سلوڪ، ڪبير
پاڇيءَ لاگو ھر ڦري - ڪهت ڪبر ڪبير. صاحب (٥٥)

اِها آھي ”من ھي موت“. پر من موت ڪاڏي ڪيئن؟ من ٿي قبضو آيو ڪيئن؟ جتي وڪارن جڙن واسنائون، ڪنديا حسڙن ڪامنائون، ترشنا وارائن لمنائون، اھم باز جڙن اڇائون، ڪوڙا وچار، اندوان جا وس، پاپ پڃ جا پاڪند، دک سک جا ديهہ، ڪني جي پرال مايا، وير ۽ ورود، ڪوڙ ۽ ڪپت، لمدا ۽ لئاق، ۽ حرص ۽ حواس جا الڳ وسندا ھئا، اتيءَ من جڙن اھي سب پاوئائون ڪيئن بدليون؟ جو مسن پهچجو

ٿيون، ۽ ماڪي ٿاهي، اندر ڀڄائين ٿيون. سوداگري ڪهڙي ڪجي، يا ڪهڙي ڪهڙي ڇڏجي، ڪهڙي ڪٽجي، اِهو فيصلو من جي وس ۾ آهي ۽ نه اندرين جي. اندريون نه من جي مُنشيءَ ۾، ڪاٺ جون ننڍڙ پتليون آهن. جيئن ڊوڙائين، اهي ڊوڙنديون وينديون.

سچي شيوڪ جي نيت صاف، هردو نرمل، وچار ڏاڍا شڌ ۽ جيون پوتر رهي ٿي. رهڻي ڪهڻي سادي اٿس، بس آدرش، اخلاق ۽ اصول اتم اٿس. راحت ۽ رغبت کان دور رهي ٿو. رفاقت ۽ رياضت ۾ جيون گهاري ٿو. پيو پرٿويءَ تي آهي، پر اُڏر آسمان طرف اٿس. هُن جون اندريون، شڀ واسنائون اندر آڻين ٿيون ۽ شڀ ڪرمن ۾ ٻاهر مشغول رهن ٿيون. هُن جو سِر، ذهن ۽ زهادت، وديا ۽ گيان ۾ پُر هوندي به ... نميل رهي ٿو. هو سنتن ۽ ست پرشن اڳيان، جهڪي نمسڪار ڪري ٿو. هُن جي نيڻن هردم نيهن جو نشو لڳو پيو آهي، ۽ آتمڪ چيتنا جو چمتڪار اچي رهيو آهي. ا آتشي اکڙيون، قادر جي قدرت ڏسي ٺرن ٿيون، مرشد ۽ مهاتمائن جو درسن ڪري ٺر ٿيون، ۽ آنند جون اُلهه آنسون ڳلن مٿان ڳاڙين ٿيون. هُن جي زبان، هريءَ جو جس ڳائي ۽ ڳاراتي ٿي، ۽ سادو، ساتيڪو، سوڪيم ۽ اَلپ آهار ورتائي ٿي. هو ڪَنن سان، ڪيرتن ٻُڌي ٿو، پر پرائي پچار ۽ گپ شپ جي گهوڙن کان ڪَن لاٽار ڪري ٿو. هٿن سان، مالڪ جي مهما لکي ٿو ۽ پڳن ٺُلن جي ٽهل ڪري ٿو. هُن جا پير سمارگ طرف هلن ٿا، جتهن ۾ اندر کي آنند اچي، يا ڪنهن دردوند جو درد مٽجي. ديا درشٽيءَ جي ڀاؤ سان ۽ هم سازيءَ جي همدرديءَ سان، پيو حال وٺي، آنسون اگهي، پيار وندي، ۽ پيڙاويءَ جو بار هلڪو ڪري. ديا جو ديوتا ٿي، ڏئي پيو ڏيئي، ڪنهن کي اُجهو ۽ آسرو، ڪنهن کي سمت ۽ سهارو، ته ڪنهن کي اُپديش ۽ آشيرواد. هُن جي من جون ڪامنائون، هردي جون ڀاونائون، ۽ اندرين جون ڪريائون، سڀ سائينءَ جي سُرتيءَ ۾ سمايل آهن. پوءِ هو مڪتيءَ جي مانگ ڇو ڪري ۽ وُڪنٺ لاءِ وهاوُر ڇو وڃي؟ هو اُهي نعمتون گهري ٿي ڪونه ٿو، نه به ٻاٺهي ٻلاند ۾ اچي پونس ٿيون. جڏهين مانگ مٽ ٿي وڃي ٿي، تڏهين مالڪ جي مهر جو مينهن، وسڪارا ڪري وهي ٿو. جو ڪچهدو ڪونهي، سو ٿي گهٽڪهڙو ٿيندو آهي. هُن جي سندر دشا بسپت، صاحب هيئن فرمائين ٿا:

(١) گور ڪا شبد رِد انتر ڌاريءِ – پنچ جنان سِن سنگ نواريءِ
دَس اندري ڪر راکيءِ واس – تانڪيءِ آتميءِ هوءِ پرڳاس.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (١) ٣

(٢) ڪبير نين نهارن تجهه ڪُن – سروَن سنئُن تُن ناءَ
بين اُچرنُ تُن نام جي – چرن ڪمل رِد ٺاءَ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢١٠)

مرڻ ڪاڻي جو لڳو؟ ڇاڻي جو ڪان، اهو سنسڪار رهي ٿو، ته سنسار سچ آهي، اندريون نه سچ آهن، ۽ اندرين معرفت ئي، سنساري سک ۽ سرور سواد وٺي سگهجن ٿا. تنهنڪري، ٻئي الٽي ٻا علحدي وچار اڀيا، من اُت هٽي پئي ٿو، ته هو انهن اڳيان ترنگ ۽ پرڪاش آهي، سو سچو ٻا نظر ٿو پئي ڪيئن هوندي؟ ستگور جي گيان گرهڻ ڪرڻ ڪانپوء، حق ۽ سک جو ميلاپ، الڳ الڳ صورت ۾ ڏسجي ٿو. انهن، ڳجهارت سلجهي ٿي، ته دنيا آهي درستي، جنهن ۾ دل جو پهنجو اِي درشن ڪري رهيو آهي. انهن سنسار ٻوء باٽمرادو غائب ٿي ويو ٿو. گيان جو لت آهي، من ۽ اندرين تي قبضو آڻڻ، جنهن ڪان پوء مسن ، ڪاڻي ٿو. انهيء مرڻ معرفت ئي، مڪتيء جي منزل تي پهچجي ٿو. سو من جي اوت جي ۽ مرڻ مڪتي آهي. سوکير، حق مان جند ڇڏائي، سوکير ۾ سمائجي وڃي ٿو، چٽڪ مشعال ۾ موڙي وڃڻي آهي. انهن رازداني ڪلي پئي ٿي ۽ سُت سمجهائجي ٿو.

جنهنجو من قابوء ۾ ڪونهي، تنهنجي وچارنا هروقت وڪاري وهنوارن ۾ رُڌل رهي ٿي، ۽ ان جون اندريون مک جان، رگو گند ۽ غليظانيء جو واس وٺن ٿيون. اهڙو جيئ، راڪشي روپ آهي، جنهنجو من، ڪاما، وچار ۽ اندري، هڪ ٻئي جا پاڻهن ٻيلي ٿي بنا آهن ۽ جيون برباد ڪري رهيا آهن. هو ڪرمن جو ڪاريگر آهي، وڪارن جو واپاري آهي، دک ۽ سک جو سلائي آهي، جر ۽ موت جو ميراثي آهي. اندرين جو سواد، ستيا ناس ڪري او ڇڏي، عشرت خيزي، اشن پرستي ۽ شهوت انگيزي، درحقيقت دلڪش لڳندي آهي. ڪئين انهيء دل فريبيء جي رعب ۾ لپائجي ويندا آهن، پر انت ۾ پڇتائيندا آهن، جو ته عيش عشرت جي جيون، صحت بگاڙي ٿي، اُدي ٻرهشت ڪري اُي، ۽ آتمڪ ٻل چوسي ٿي. انهن دک، سکن جو جڙاڙ لماس پاڻي، ڪياڻي ٿو.

ٻئي طرف، جنهنجو من اي قبضو ٿي چڪو، تنهنجي وچارنا ۽ بدلجي وئي. جنهن جون اندريون ٻوء باٽمرادو قصي جيت رهنديون، جو ته هو وچارائون، واسنائون فقط آهي ولندائون آهن، جي من جي مرضيء مطابق هلن. جي من شد آهي، ته رهٽي ڪٿي اُوس شد ٿيندي. اهڙيء طرح، ته جيون ٻر پاڪيزه هوندو ۽ نه ديکاديکيء جو ڍولڪ. جنهن هڪ واريء، هر رس جي امرت جو سواد چکي ڏٺو آهي، تنهن کي ٻيا سڀ سواد ڦڪا ۽ بيسوادي لڳندا، جو ته اندرين جي سواد جي بنت ٻر، هر رس جو امرت ۽ آنند روپي سواد، بيشمار دفعا وڌيڪ وڻندڙ ۽ ترسائيندڙ آهي. انهيء ذريعي ئي، اندرين جي ترشنا، پڪ ء اُج، سڀ مٽجي وڃن ٿيون. جا واسنا، من جاڳي قبول نه ڪرو ڪري ۽ وچارنا منظور نه ٿي ڪري، سي اندريون اٿي ۾ پهچائين ڪيئن ڪي؟ جڏهن من ۽ وچارنا، واپار جو وکر ئي بدلائي ڇڏيو، ته اندرين کي ۽ ازخود، انهيء مطابق ساڳيو ئي سودو ڪرڻو پوندو، نه ته سندن وکر واپار ٿي ٿي ڪرنا. سو اندريون نه جاڳي اهي اُڪي، ماکيء جون مکيون ٿي پيون آهن. گند ٿت جي بدبوء کي ڇڏي، گلن جي خوشبوء وٺن

موت ڪاڻي جو ٿو؟ ڇاڪاڻ جو ڪان، اهو سمسڪار رهي ٿو، ته سمسار سچ آهي، اندريون ۽ سچ آهن، ۽ اندرين معرفت ئي، سمساري سک ۽ سرٻوڪ سواد وٺي سگهجن ٿا. تنهنڪري، ٻئي الٽي يا علحدي وچار اُپجن، من اُت هٽي اچي ٿو، ته جو اکين اڳيان نرنئہ ۽ پرتڪش آهي، سو سچو يا نظر فريبي ڪيئن هوندي؟ ستگورو جي گيان گرهڻ ڪرڻ ڪانپوءِ، جڙ ۽ سڙڪم جو مطلب، الڳ الڳ صورت ۾ ڏسجي ٿو. انس، ڳڇاڙت سڃاڻي ٿي، ته دنيا آهي درسني، جنهن ۾ دلبر خود پنهنجو ئي درسن ڪري رهيو آهي. انس سمسار بوءِ پاڻمرادو غائب ٿي وڃي ٿو. گيان جو نت آهي، من ۽ اندرين تي قبضو آڻڻ، جنهن ڪان پوءِ مسن ڪاڻي ٿو. انهيءَ موت معرفت ئي، مڪتيءَ جي منزل تي پهچجي ٿو. سو من جي اوت ۽ موت مڪتي آهي. سڙڪيم، جڙ مان جند ڇڏائي، سڙڪم ۾ سمائجي وڃي ٿو، ڇڪ مشعال ۾ موني وهندي آهي. انس رازداڻي کلي پٽي ٿي ۽ سمت سمجهائجي ٿو.

جيسيتائين من قابوءَ ۾ ڪونهي، تيستائين وڪارن هر وقت وڪاري وهنوارن ۾ رڌل رهن ٿا، ۽ هن جڙ اندرن مک حيات، رڳو گند ۽ غليظائيءَ جو واس ولن ٿيون. اهڙو حيو، راڪشي روپ آهي، جنهن جو من، ڪاما، وڪار ۽ اندريون، هڪ ٻئي جا ٻانهن ٻيلي ٿي بڻيا آهن ۽ جيون برباد ڪري رهيا آهن. هو ڪرمن جو ڪاريگر آهي، وڪارن جو واپاري آهي، دک ۽ سک جو سبلائي آهي، جم ۽ موت جو سوائي آهي. اندرين جو سواد، ستا ناس ڪري او ڇڏي. عشرت خيزي، نفس پرستي ۽ شهوت انگيزي، درحقيقت دلڪش لڳندي آهي. ڪٿن انهيءَ دل فريبيءَ جي رغبت ۾ ليلائجي وهندا آهن، پر انت ۾ پڇتائيندا آهن، ڇو ته عش عشرت جي جوڙن، صحت بگاڙي ٿي، اُٺڻي پرهيشت ڪري ٿي، ۽ آتمڪ تل چوسي ٿي. انس دک، سکن جو جڙاؤ لباس پائي، گُپائي ٿو.

ٻئي طرف، جنهن جو من تي قبضو ٿي چڪو، تنهنجي وڪارنا ۾ بدلجي وڃي. هُن جون اندريون بوءِ پاڻمرادو قبضي هيٺ رهنديون، ڇو ته هو وڪاريون، واسنائون فسٽط آهي وڻنديون آهن، جي من جي مرضيءَ مطابق هلن. جي من شڌ آهي، ته رهٽي کهٽي اُوس شڌ ٿيندي. اهڙيءَ طرح، ته جيون ۾ پاڪيزه هوندو ۽ نه ديکاديکيءَ جو ٻولڳ. جنهن هڪ واريءَ، هر رس جي امرت جو سواد چکي ڏٺو آهي، تنهن کي ٻيا سڀ سواد ڦڪا ۽ بيسوادي لڳندا، ڇو ته اندرين جي سواد جي ڀيٽ ۾، هر رس جو امرت ۽ آنند روحي سواد، بيشمار دفعا وڌيڪ وڻندڙ ۽ ترسائيندڙ آهي. انهيءَ ذريعي ئي، اندرين جي ترشنا، بک ۽ اڃ، سڀ مٽجي وڃن ٿيون. جا واسنا، من هاڻي قبول نه ٿو ڪري ۽ وڪارنا منظور نه ٿي ڪري، سي اندريون آڻي ته پهچائين ڪنهن کي؟ جڏهين من ۽ وڪارنا، واپار جو وکر ئي بدلائي ڇڏيو، ته اندرين کي به ازخود، انهيءَ مطابق ساهيڙ ئي سودو ڪرڻو پوندو، نه ته سهڻن وکر واپرائڻو ئي ڪونه. سو اندريون به هاڻي انهي اُڪي، ماڪيءَ جون مکيون ٿي پيون آهن. گند ڦٽ جي بدبوءِ کي ڇڏي، گلن جي خوشبوءِ ولن

ضروري آهي، جيئن ٻيڙيءَ لاءِ لنگر جي مگر. دنيا ته دک ۽ سک سان ڀرپور آهي، جيئن سمنڊ ۾ ڪارڻ. سو جي من روُپي ٻيڙيءَ ۾، ڏاڍي سياڻپ جي مگر نه ملط ڪري، سوراخ ٿي پوندا، ته سک دک جي ساگر جو پاڻي اندر گهڙي ايندو ۽ "راڳ ۽ دليش" جي حل مان آئيندو، جنهن ۾ من جي شانتي غرق ٿي ويندي. ڌيان ڪري، من جي ڪنٽرول، اند ورانڻ لاءِ، ويچار ڌارا جي خيالات بدلائڻي آهي ۽ سمت ۽ سچ جو سهارو وٺڻو آهي.

من گويا خيالن جو خلقل آهي. اڄ من اهو آهي، جهڙا ڪالهه خيال پيدا ٿيا هئائين ۽ اڳي وري اهو هوندو، جهڙا اڄ خيال پيدا ڪندو. سو جي خيالات چڱي آهي، ته من چڱو ۽ جيڪو نه چڱي آهي. جي خيالات بُري آهي، ته من برو آهي ۽ جيڪو ا بري آهي. ڪي بري مان چڱي ۾ بدلائڻ، "راڳ دليش" ۾ قاصر نه آهي پر اُن مان جوڙڪارو پاڻو جي خيالات ۾، من ۾ ۽ جيڪو ۾ چڱائي آهي، ته نه ڏُکي ۽ ڏينهن رهندا ۽ نه تڏهن جي نٽ مڙڻ رهندي. صاحب سڌهاڻين ٿا نه اي ٻيدا، هن گمان روُپي آيداش سان من جي مهار، باهر نه پر اندر ورايءِ، ته اندريُن واسنائن کي وساريان، من اندران جي سوادن کي وساري، خيالات سڌ رهي ۽ جيڪو سنوارجي. باهرين آڪاس اندر پرڪرمائون ڏيڻ، پراڻ وگيان جي ڪماليت آهي، پر سرير جي آڪاس اندر پرڪرما ڏيئي، من کي قابوءَ ۾ آڻڻ، روُحانيت جي انتها آهي. روُحاني رسيدگيءَ سان، ويچارنا جو وڪاس ٿئي ٿو. سو جنهن من قابوُ ڪيو آهي، سوئي مها ٻلوان آهي. نه ته ته من جي پٺتڪ، آلما کي به جنم جنم ۾ ڀٽڪائي ٿي. دنيا هڪ مها مڪتب آهي، جتي شخصي آزموُدن يا ٻئن جي تجربن مان، سوڀن سبق سکي سگهجن ٿا، بشرطيڪ پراڻن جي پروڙ پئي. سو اي ٻيدا، اُوگڻ ڪان ڪنارو ڪر ۽ رام نام جو ابياس ڪر، ته آڌياتمڪ چيتنا کُلي. جو تو ۾ آهي سو ٻين ۾ به آهي. اهوئي ساريءَ سرشٽيءَ ۾ آهي. ڪوئي ترو بدڪار ڪونهي ۽ جي آهي، ته تُنهنجي بُريءَ ۽ بدڪار خيالات جو نتيجو آهي. اهي خشڪ مٽاءِ، ته سرشٽيءَ جو پد، اُفق اندر اوري اڀي. حالتوُن هميشه بدلبيوُن پيون پر من بدل سدل هوندي به اڪاگر رهڻ گهرجي.

ٻُرا ڀلا تجربا آکدا — جيرو جي ڏهن ماهِ
گورمک اڪو ٿِئا — اِڪس ماهِ سماهِ.

راڳ سُوهي، محلا
ٻچا، اِشٽپدي ۴(۷)

سچو شيوڪ، جو ٽرموهي ۽ نهنو ليو، ۽ وڪارن جي وڪڙن مان آزاد ليو، سوئي "ليريءَ ميريءَ" جا پيد مٽائي، هر طرف، هر هنڌ ۽ هر وقت هوڻ ڏسي ٿو. هوُئي سرشٽيءَ جي پد ٿي، اُڏول ۽ اُٽل رهي ٿو. هن سچالو آهي ته سارو سنسار برهم پسارو آهي. ايڪ مان اڻيڪ پيدا ٿيا آهن، اڻيڪ ايڪ ۾ سمائل آهن. جڏهن سڀ برهم آهي يا برهم جي مايا آهي، ته پوءِ جو هڪ سان من لڳائجي ۽ ٻئي سان غير رکجي؟ ڌيان ڪري، سچي شيوڪ لاءِ، سڀ ڪجهه هڪ سمان آهي، چاهي جم ۽ مرڻ، نرڳ ۽ سرڳ،

ڪبير تون تون ڪرتا تون هوا - مجھ مھ رها نه هون
جب آپا پر ڪا مٽ گيا - جت ديکھون تت تون. (۲۰۴)
سلوڪ، ڪبير صاحب

سچي شيوڪ ۾ نمانائيءَ ۽ نهٺائيءَ، نمرتا ۽ نيازمنديءَ، غريبي ۽ غربت، سادگيءَ ۽ سخاوت، بردباشيءَ ۽ ٻاجهاريءَ، پاڪيزگيءَ ۽ پرهيزگاريءَ، تحمل ۽ تابعداريءَ، عاجزيءَ ۽ عبادت، پريت ۽ پيار جا پد پاتا آهن. هو داسن جو داس، گولن جو گولو، سڀني جي پيرن جي خاڪ بڻيو آهي. سڀني کي پاڻ کان اُتم ٿو سمجهي، ۽ ڪنهن کي به نيچ نه ٿو ڪوٺي. نه ڪنهن کي ريجهائي ٿو، نه رنجائي ٿو. نيچو نوائي، پرم پد پاتو اٿائين. آپو ڇڏي ڇهارت جو ڳجهه ڄاتو اٿائين. جيئري مري، اَمر ٿيو آهي. پاڻ وڃائي، پاڻ لڌو اٿائين. خوديءَ مٽائي، خدائي خمار آندو اٿائين. سچ جي ڪار ڪمائي، سچ بڻيو آهي. اهو شيوڪ آهي، درويش، سچو سنياسي، صوفي صاف، عشق وارن عشق، مستن مست سڏيون ۽ رڏيون، شڪتيون ۽ سمپتيون پراپت ڪري به، نورليءَ جي نگر ۾، لرزان ۽ ترڊن جي جيون گهاري ٿو. ڪچ پنهنجو سمجهي ته ڦڙ پاڻون هٽي. پاڻ کي پرماتما جو نمت سمجهي، جڳ سان وهنوار ڪري ٿو. چت ڪٿي يا ڪنهن ۾ به اٽڪيل ڪونه اٿس.

نسال خصمءِ رتيا - ماٿهِ سڪ، وليماهِ
هودءِ تاڻ نتاڻيما - رهي نماڻيماهِ.
سري راڳ، محلا
چوٿان، وار (۷)،
سلوڪ محلا پهلا

وڪار دور: وڪار ڪئين آهن جن جو ڳاڻاٽو ئي ڪونهي. پر مکيه وڪار پنج ليکيا ويا آهن، يعني ڪام، ڪروڌ، موهه، لوڀ ۽ اهنڪار. من جي نگري هڪڙي، جنهن ۾ انهن پنجن مکيه وڪارن ۽ ٻين انيڪ وڪارن جو واسو آهي، جن کي صاحبن دوُت، چور، لٽيرا، دشمن ۽ ٻين ڪيترن نالن سان سڏيو آهي. هڪڙي وهاري من ڪي، انهن سڀني سان جنگ جوٽي جيٽو آهي. هر مندر ۾، ويري وڪارن اچي واسو ڪيو آهي. جڏهين اهي لوڌي ڪيا، تڏهين مندر ۾ هريءَ جو نراس ٿيندو. اها آهي ڪرڪشيترا جي رڻ ڀوميءَ ۾ مهاڀارت واري لڙائي، جو سچو شيوڪ، گيان جي تلوار سان لڙي ٿو، وڪارن کي ماري مات ڪري ٿو، من مندر ۾ آتما جو پرڪاش آڻي ٿو ۽ پرماتما کي پنهنجي تخت تي براجمان ڪرائي ٿو. وڪارن مان پاڻ آزاد ڪرائي ٿو ۽ وڪار مدهاس آزاد ٿين ٿا. غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي، پنهنجي گهر جي پوريءَ طرح پهريداري ڪري ٿو.

حقيقت ۾ ته ڪامنا يا ترشنا ئي سڀني وڪارن جي جڙ آهي. ترشنا مان موهه جو لڳاءُ ٿئي ٿو. موهه مان لوڀ ۽ لالچ، ته لالچ مان ڪروڌ، وير ۽ وروڌ پيدا ٿئي ٿو. پر ترشنا جو ڪارڻ به "مان مان" يا اَهنڀاو آهي. جيستائين "مان مان" پاڻکي سڀ يا ڏيهي ٿي

صلح ۽ وڻندي. سدا سهاڳڻ آهي، جو نه سدس سدا اهڙي نه من موهڻي آهي، جو بدڪار ۽ بدچلن هوندي به، سيڪو پيو سندس صورت لاءِ سِڪي ۽ ڏسي ٺري. هڪڙن جو نشو لاهيڻي ٿي مس ٿي، ته ٻيا اُنهيءَ نشي ۾ مدهوش ٿيڻ لاءِ، ترت تيار ٿيا بيٺا آهن. جي نشو لٿو ته مايوسيءَ ڪري دکي آهن ۽ جي چڙهيو ته مستيءَ ڪري دکي آهن. اِنهيءَ نشي ۾، مايا واديءَ جي سڌ بڌ نڪري وڃي ٿي. جيئن مينهوڳيءَ ۾، ڦوڪيل ندي هر طرف جو گند ڪچرو پاڻسان گڏيندي ويندي آهي، تيئن مايا وادي به سڀ وڪار ميڙي سيڙي، پاڻ ۾ سٽيندو ويندو آهي. جو ڪين مان ڪڇ ٿيو آهي، سو ڪڇ نه ڪري ڏيکاريندو! ڪِن کي وساري ڇڏيائين، ڪن کي اکيون پيو ڏيکاري، ڪن کي ڏيهن جي تارن ڏيکار، جا پيو دڙڪا ڏئي، ڪِن سان سيمو ٿو ساهي ته ڪن جي متان ٽپڻ ٿو چاهي. هڪ طرف لوڀ ۽ لالچ چوائيس ٿي، ته اڃا گهڻي ۾ گهڻو ملي، ۽ ٻئي طرف خوف ۽ خفقان ٿو ڳاري، ته متان ڪپي يا ڪسجي نه وڃي. اِنهيءَ چنتا ۽ ڇورا ڪورا ۾، نه من شانت ٿو رهيس، ۽ دل شاد ٿي رهيس. پريشانيءَ جي پينگهه ۾، ڪلفت ۽ ڪاوڙ جا لوڏا پيو ٿو کائي. اهو سون ٿي گهوريو جو ڪن چني! جي من هر وقت هِن يا هُن سبب بي آرام آهي، ته جيئري ۾ شانتي ڪٿان ملندي؟ پنجن لٽن جو پنڌ، انين پيو انيڪ آڌي، بيماري ۽ اُپاڌي پيڙائون سهي. مرض جي زڳ پڪڙي ٿي هيا، صحيح علاج ملڻ دشوار آهي.

پتنيءَ ۽ پرِوار يا عزيزن ۽ خويشن ۾ موهه انڪاڻي ۽ دکدائڪ آهي. اِهو موهه ٿي، ڪِن کي پنهنجو ڪري ۽ ڪن کي پرائو سمجهي، يا جن کي اڄ پنهنجو ڪري، ڪن کي سڀاڻي پرائو سمجهي. اِهو "تيريءَ ميريءَ" جو پيد ڪيڏو نه خلق ۾ خلل ٿو وجهي، اندر ۾ پيائيءَ جو پارڻ ٿو پارائي، ۽ ڀ اڪيائيءَ جو پائيتال ٿو وجهائي. اِها ڏُئي، "پنهنجائيءَ" جون ڪيڏيون نه اُميدون ۽ آسرا ٿي جاڳائي، خوش خبر ۽ خوش نما خواب ٿي ڏيکاري ۽ آخر، نامراديءَ ۽ نالائقيءَ، نا اُميديءَ ۽ ناشاديءَ جا نهايت نقصانڪار نتيجا ڏيکاري؟ اِها دطرفي، "پراون" سان، ڪيڏا نه ڪُوڙ ڪپت ٿي ڪرائي، ونجوڳ جو وٺاهه ٿي وجهائي، ۽ وير ورود ٿي وڌائي؟ اُهو "پنهنجو"، جو ڪالهه اکين جو تارو هئو ۽ من جو منار هئو، سو اڄ وداع ڪندي، وينو وڃڻ وجهي ۽ گهاءَ ڪري. اُهو "پرائو" جو ڪالهه شڪ ۽ شدت جو شڪار هئو، ۽ شراري شترو سمجهي، دل کان دور رکيو ويو هئو، سو اڄ واپس وري، وينو واهر ڪري. پنهنجي ۽ پرائي جو پيد، اِئين بيبنياد ۽ بيجاءِ آهي. اهو خواهه مخواهه پلائي ٿو ۽ پتڪائي ٿو. ڪا چوٽ يا چپيٽ لڳي ته اڪ ڪُلي.

ساري جڳت کي جُسي ۾ جڙيندي به، موهه اِئين نا معلوم يا غير محسوس آهي، جيئن قدرتي ميناج پاڻيءَ ۾. موهه ۾ انڪيل هوندي به، ڪئين پاڻ کي نرموهي پيا ڪوٺائين!

سو دنيا ۾ رهي، دلشاد رهي، ٻين کي به دلشاد ڪري، پر اندرئين آنند ۾ اڏول رهي. پوءِ پاڻي جي دنيا جا دوشت، روپ ۽ نالا، جي اندر اچن ٿا، يا چاهي اچي موٽي ٿا وڃن، ته به ڪنهنجو اندرئون ادوشت آنند، سڀ ٻاهريان ٻنڌن جذب ڪندي به اکنڊ رهندو ۽ لوڪي اٽل، اچل ۽ اڏول رکندو. ساگر ڪين سدا پرپور ۽ مخمور رهندو آهي، چاهي ڪوڪيل نديون منجهس ڪهڙي اچن يا وري موٽي بادلن ۾ ڇو نه وڃن؟ ائين سک دک جي صورت بدلبي، سک دک ۾ سم درشٽي رهندي، من هر حالت هميشه شانت ۽ هوندو، چت جي سڀني سائينءَ ۾ ملي وڃندي، ۽ آتمڪ انتيءَ جي محسوسيت، من خود پاڪ ڪندو رهندو، جيئن ته لمي جي سستي، رجي جي چستي ۾ بدلبي وئي آهي ۽ رجي مٿان، سستي جو رنگ نه چڙهندو وڃي. سو انهن تدبير تقدير بڻائي ٿي، جو ته پرشارت جي وڏ مان ٿي ته پرالبڌ جو ڦل ڇٽبي ٿو. انين تدبير پنهنجي وس ۾ آهي ۽ تقدير ڪان گوءِ ڪٽي سگهي ٿي، بشرطيڪ اڇا شڪتي به واسنائن مٿان غالب ٿيڻي وڃي. تقدير، اسانجي ڪيل تدبير جي بناوت آهي، ۽ برابر اسانکي سک دک جي گهيري ۾ گهمائي ٿي، پر اسانجي اڇا شڪتي نبل نه ڪري سگهندي. جي اها اڇا شڪتي، برائي ۽ بدڪارين بدران، خوبيءَ ۽ خير خواهيءَ ۾ خرچ ڪجي، ۽ ٻڌيءَ جي ٻل جو سهارو وٺجي، ته مستقبل جو مقدر بامراد ۽ پائدار ٿي پوندو. تنهن ڪري، اندرين سان اٽبطت ڪرڻ اجائي آهي. اندرئون نه ناحق بدنام ليون آهن. ساڳئي هٿ جي ٻري، جي سٽين آهي، ته گهر گهر ٿي ڪري، ۽ جي اونڌي آهي، ته خيرات ٿي ڏئي. سٽين يا اونڌي، من جي اڇا ٻتانڌڙ ٿي ٿئي. اندريون وچاريون ته رڳو من جي مزدوري ليون ڪمائين، پوءِ چاهي من، ڪين ڪارين ۾ گل ڪٽائي يا گند ڪٽائي. جي من، اوت جي آنڌيءَ اندر آهي، ته گند ڪٽائيندن ۽ جي موت جي موج ۾ آهي ته گل ڪٽائيندن.

من جي اوت کي موت ۾ بدلائڻ لاءِ ڪئين دقتون درپيش ايندون، من اندر ڪئين مقابلا ۽ مخالفتون ٿينديون، ڏٺي ۽ ڏهڻ سان چتاءُ ٿيون لڳنديون، پر جي چت شڪتي محڪم آهي، پرارثنا ۾ پر آهي ۽ ٻڌيءَ جي ٻل سان ٻلوان آهي، ته پوءِ آهستي آهستي، اخلاقي طرف زور پڪڙيندو ويندو، بد اخلاقي طرف سٽ ڇڏيندو ويندو ۽ روحاني راز کلندا ويندا، تان جو سڀ ڪشمڪشا بند ٿي وينديون ۽ من سياويڪ شانت ۾ رهندو ۽ وويڪ جي وات وٺندو هلندو. سو اي بندا، ٻڌيءَ جو ٻل جاڳاءِ، ته من جو پيشو بدلجي ۽ ڏوڙ جو ٿندو ڇڏي، واحد جو واپار ڪري. اهو واپار ٿي حاجت جي حسرت مٽائيندو، حليمائيءَ جي حاصليت ڪرائيندو، حاڪم جي حضوريءَ ۾ وهاريندو، حق جي حڪمراني هلائيندو، نابان جي تجربيت ڏيکاريندو، ۽ وحدت جي وجد ۾ وسائيندو.

ڏيرجي، تنهن ڪسان غير واقف يا غافل آهين. باقي جنهن طرف لڳاءُ چڙائي گهرجي، تنهن سان چست ۽ چڙاو آهي. درحقيقت نه سساري بدن، هڪ زهر جي ڳوري ۽ منسل آهن، جنهن مٿان سنهڙو ڍڪ، چاشنيءَ جو چڙهيل آهي. اهو ڇٽيندي ۽ چوُسيندي، زهر ۽ گهندو او وڃين. جهڙو اڪ، ڏسڻ ۾ سوادي ڀاسي ڪانيندي، ڪنهن سان پهچي جب چليندو رهندو آهي، يا جيئن ڪتو، شڪل ڪندو چبازيندي، پهچي واسه مسان وٺ وڃائيندو رهندو آهي، ليڪن اوُن ته اندرين جي عارضي ۽ نيٽا وس ولندي، زندگي گذاري رهيو آهين. اهي جوائي گذري وئي ۽ پڙاپو آيو. ڪتو نه ڪاڏو ۽ ڪڪ نه ڪاڻ پري. الي ڏڏريل سمي جا سوُر ستائيندي ٿيا. اکيون روئن ۽ اڏورائون اميدون، ناڪاميا ب شئون، لاتاب خواب، متون ۽ مالڪن جي محروُمي، اڪيلائيءَ جا ارمان ۽ اجل جا ار، اکين اڳيان ڦر ڦر اچي، من ۾ مالم مچائيندي ٿا. ان هنڌ اٿي ۽ من جهڙو اٿسي. سيس پيو نه هاٿي ڪو اوهي واهي ڪول رهيو آهي. ۽ اوهي واهي نه بابا موڙي جو مالڪ آهي. هي جيون، طوفان جو اڏارو آهي، نه ڪرنار ڪنارو آهي. ۽ ڪيئن لڳندا ان ڪناري، هيستاءِ پرلدان ڪول پناوي؟ سو اي ٻندا، هستر ۽ سهاڳ ۽ سچيمه ليڻ. اجابو اوُن مايوُسيءَ ۽ دلشڪستيءَ کان، باقي جيون ۽ بيسوُد برباد ڪري رهيو آهين.

برپادي آئڻ لاءِ نه نه ڪهي وقت، نه هوشياري ۽ نه هنرمندي. ۽ جيون جوڙڻ لاءِ نه ڪهي تحمل، تميز ۽ تدابير. سو سمجهڻ، ٽوڙڻ جڏي جوڙڻ سگهه، بگاڙڻ جڏي بناڻ سگهه ۽ ڪارڻ جڏي سڌارڻ سگهه، نه تڏهن اُهي شطان جي شدت لهي، شرافت جي شاهدي ملي ۽ شمع جي شروعات لڳي. ٻوءِ ڏس نه ڪيئن نه لو ساڻين سهاءِ لڳي ۽ خزان ۾ بهار آئي. اُها بهار ٻنا تڏهين رهندي، جڏهن ٻين جي جيون ۾ به بهار آئي. اُها بهارَ ڏسي بهارَ ليڻ، جو نه هيءَ واپ ولڻ جي نه آهي، ۽ ڦلڻ ۽ وراهڻ جي آهي. حاصلات جو حوصلو وڃائي، پاڻ اُرهڙو آهي ۽ پهچي پرائي جو پند مٽائي، پاڻ سنتهڙو آهي. خادم لسي، عاشق هي خدمت ڪري، خالق سان خلاصو لڌو آهي. اُنس پاڻ وڃائي، پاڻ پاتو آهي. پولو ۾ پولو آستان اندر ۾ آهي. سو آنند ۾ مها آنند ۽ اندر ۾ آهي. باهر ڪجهه به نه آهي، ۽ جي آهي نه نه آسان جي اندر جو عڪس آهي. اسانجي لرشنا، باهرين عڪس جو پيڇو ڪري لئي، جن جي ملڻ بعد ۽، اندر ۾ آنند جو احساس ڪرڻ ايندو، جو نه ترشنا ۽ عڪس جو لڳاتار آهو پيڇو، گويا خام خياليءَ جو خواب آهي. تنهن ڪري اي ٻندا، اوُن پاسي دنيا ۾ رهه، پر دنيا کي، دل اندر دخل ڏيڻ نه ڏي. ٻيڙي تار پاڻيءَ ۾ رهي، پاڻ کي ۽ لس کي نه تاري سگهي لي. ۽ جي پاڻيءَ کي پاڻ اندر داخلا ڏيندي، نه ساڻ پيس سميت، پاڻيءَ جي لري ۾ غرق لي ويندي. اوُن ۽ جي دنيا کي دل اندر آڻيندن، نه سوُد سمتر لي ويندين. اهو قدرتي قانوُن آهي، عاشقن جو آزمودو آهي، ستورشن جو سخن آهي. اُنهيءَ سخن جي سواري، سالڪ لري پار پهچن ٿا.

ڍُونڍ ۾ ڳُتو بيٺو آهي، نه پوءِ اِهي سڀ ڪرم ۽ ڪرياوُن، پاکنڊي ناٽڪ آهن، ڏيکا ڏيکيءَ جي ڍوڪيبازي آهن ۽ دنياداريءَ جو ڏنڀ آهن. مالڪ مُهانڀاڳي جي مروت جو محب نه، آهي، پر من جي مهانتا جو مشتاق آهي. من جي مهانتا بنا، ڪاهه ڪريا ڪرم، پرماتما وٽ پاس ڪونه پوندي. من جي جانِ خيال ۾ آهي. خيال جو مطلب خيال ۾ آهي. خيال ۾ ڪرم ٿي، خيال ڪرڻو آهي. تنهن ڪري، ويچارتا جي شدّيءَ سان، ڪرمن ۽ ڪريائن کي شد ڪرڻ گهرجي ته سڦل ٿين، سک ۽ سنتوش وڌائين. شد ويچار ئي، وڪارن جي واسنائن جي پاڙ پَٽيندا، گڻن جي آجيان ڪندا، صدق ۽ سڪ جاڳائيندا، اَهنڪار جي اَڏ ڪيرائيندا، دُئيءَ جي ديوار ڊاهيندا، ڏُهڻن جي هستي مِٽائيندا، پڇتاءَ ۽ پراشچت جون پاوناٺون اُتاريندا، ۽ پرارٿنا ۽ پريم جون پوتر لهرون لهرائيندا. اِهي ئي لهرون آهن، جي خاموشيءَ جو آواز اُٿائين ٿيون، جي لالن کي للڪارين ٿيون، ۽ اچي پاڻ وٽ پهچائين ٿيون سرناگتيءَ جي سواڳت، پرماتما پاڻ اچي ڪري ٿو. اِئين پرماتما، پرش ۽ پرڪرتيءَ جو سنگم ٿئي ٿو ۽ اَنيڪ اِسرار لڀي ٿو، جنهن جو اِظهار، اکرن جي اِختياريءَ کان ٻاهر آهي.

نه وديا گيان آهي ۽ نه عقل اَنڀؤ آهي. عقل، اَکرن جي دليلبازي آهي، جو نه چيتن جي چؤواري ۾ آهي. اَنڀؤ، سُر ۽ ساز بنا سنگيت آهي، جو نه اَچيتن جو آواز آهي. عقل، لفظن جي لوڙهي اَندر، من ۽ اِندرين جي نوڙيءَ سان ٻڌل آهي. اَنڀؤ، من ۽ اِندرين کان پري آهي ۽ اُلوهيت جي آزمودن اندر آزاد آهي. عقل، حد جي حيرت آهي ۽ اَنڀؤ، لاحد جو لطف آهي. عقل، سرير جا سهنج ۽ سهوليتون وڌائي سگهي ٿو ته، اَنڀؤ سرير جي سرگرمي، آتمڪ شڪتيءَ ۾ بدلائي ٿو. عقل، سنساري سواد وٺائي سگهي ٿو، ته اَنڀؤ، آتما جي اُڌر ڏياري ٿو. عقل اِنتها آهي، ته اَنڀؤ اي اِنتها آهي. سو اَنڀؤ جي سيما، عقل جي پهچ کان پار آهي، سيما رهت آهي. تنهن ڪري ئي اَنڀؤ، اَجپا جاپ جپي ٿو، اَڪٿ ڪٿا ڪٿي ٿو، اَلک لکي ٿو ۽ اَپيريءَ جو پير کڻي ٿو. پوءِ اَچيتن جو آزمودو، چيتن جي چترائيءَ کي ڪيئن ڇُهي سگهندو؟ جي ڇهيو نه، ته ڇا اِئين چئي سگهبو، ته اَنڀؤ خام خياليءَ جو خمار آهي؟ جي عقل جي آزمائش اکرن ۾ آهي، ته اَنڀؤ جي آزمائش آزمودي ۾ آهي. اِهو شخصي آزمودو، اکرن جي اُستاديءَ کان وڌيڪ اُستوار آهي، جو نه ڪاغذ، ڪلڪ ۽ ڪلام جي ڪلا کان ٻه زياده ڪامران، ڪرامتي ۽ ڪارگر آهي.

اي ٻندا، تون ٻه نه پنهنجي من جي جاچ جوُچ وٺ. ڪيئن اجايو پيو ٻيا طرف تڪيندين ۽ تاڙيندين؟ يا جو اڄ يا سڀاڻي، اکين اڳيان غائب ٿيڻو آهي يا اکين ٻوٽيي پڪ غائب ٿي ويندو، تنهن کي اَٿئي ڀر ڇُهيو ۽ چنبڙيو پيو هوندين؟ باقي جو سنگ سواءِ ٿيندو، چاهي هتي توڙي هُتي، تنهنجي سار ٻه ڪانه اٿئي! جنهن طرف لڳاءُ لڳائڻ

# مَن جي موٽ

هن پستڪ جي پهرئين ڀاڱي جي پهرين ٻن ٻابن ۾، "من جي اوٽ" جو احوال آيل آهي، ته جڏهين من جي آنڌي تي اچي ٿي، من جي وير ٿي چڙهي، تڏهين جيو جو کهڙو حال ٿو ٿئي. جي حيوانن کي لکڻ پڙهڻ جو ڏانءُ هجي، ته هو نِند متس ڏاڍيون مسخريون ۽ چٿرون ڪن، ته اي ابدا، اسانجي ۽ توهانجي صورت ۾، فقط هيءُ تفاوت آهي، جو اسانکي پڇ آهي ۽ توُن پڇ ڪٽيو لنگور آهين. باقي سيرت ۾ ته توُن اسانجي ذات جو ڀائي شريڪ آهين، بلڪ بلڪل بدتر آهين. ڏس ته مانش جنم مليي هوندي دل ۽ دماغ، من ۽ هردي، وويڪ ۽ ٻڌيءَ عطا ٿيل هوندي به، ڳالهائڻ ۽ ڳائڻ ايند به، تو پنهنجو جنم وڃايو آهي، مليل ڏاتيون ۽ شڪتيون ضايع ڪري ڇڏيون آ ۽ املهه خزانو لٽائي، ڪوڙيون ڪوڏيون ڪچ ۾ ڪٺي ويٺو ڪڏين. وري ڪڏهين ڪنجهين ته ڪڏهين ڪرڪين پيو. رڳو هاءِ هاءِ ڪندي، من مرندو ڪونه ۽ هٺ ڇڏيندي ڪچ ورندو ڪونه. پلا مخفي ٻل جاڳيو ڪونه، ذاتي سياهه روشن ٿيو ڪونه ۽ اصليت جي نشان ڇٽيو ڪونه، ته پوءِ دلبر جي دوري گهٽبي ڪيئن ۽ محبت جي ماکي چکبي ڪيئن؟ نٿي نقاب لاٿي، ويٺو نفس کي ريجهائين، دنيا کي پيلائي ۽ ماتم مچائين.

وقت ته اسين جانور، دماغي ڏاتين ۽ روحاني گهٽ هوندي به، تو منش کان وڌيڪ سانتيڪا ۽ ڪارائتا آهيون، جو جيئري ته جڳت جي شيوا ۾ پيا وهون، پر مرڻ بعد به، اسانجو جسم ڪئين ڪارج سڌ ڪري ٿو. تو ته جيئري فقط "تيريءَ ميريءَ" جي راس رچائي، ڦوڪون هڻي خاڪ اڏائي ۽ مٽي پڃاٽا، اها خاڪ مٿان وسائي. اگر ڪوسا ته هٿ ساڙن جي اڏا ته به هٿ ڪارا ڪن. پر اگر ته پاڻ جلائي، تنهنجو پوڄن ليار ڪن نسا، سيءَ ۾ سيڪڻ جو سهارو ڏين ٿا ۽ موت کان پوءِ اگني سنسڪار جو ڪريا ڪرم ادا ڪن ٿا. اوُن ته ڪاري ڪوئلي کان به وڌيڪ ڪارو ۽ نڪمو آهين. وري ڏس جڙ وڻ، جو پٿر هڻندڙن کي به ميوو ڏئي ته ڪپيندڙن کي به ڇانو ڏئي. تو ته وڪاري واسنائن جي وس چڙهي، پنهنجي سٽيا ئي ناس ڪري ڇڏي آهي. جي وچارتا پرشت آهي، ڪلپنا ڪُمتي آهي، ڪامنا ڪُڪرمي آهي ته تنهنجا ڪرتوت ڪنا ۽ ڪُڌا ڪيئن نه ٿيندا؟ ترشنائن جي ڪسيءَ ۾ پيو ٿو تڙپين ۽ تنهن مان توکي ۽ تراوت وٺين، جيئن سوئر چڪڙ کي چشمهِ حيات سمجهندو آهي. ائين سمجهي ويٺو آهين ته اهائي ڪسي سک ساگر آهي ۽ سوُرو سنسار آهي. پوءِ مرشد ڪري ڇا ماڻيندين، مندر پيٺي ڇا پائيندين، مالها ڦيري ڇا وٺيندين ۽ اهي سانگ رچائي ڇا سگهندين؟ ٻاهران جاب پوءِ ته اندران ڪاٻ پوءِ. پوءِ به وٺين اُپ ۾ تراريون هڻندو ته موُن جاتو به آهي ته پاتو به آهي. ودياءِ گيان ۾ وڏو لٿاڙ آهي.

## (١١) آنحد شبدُ، يا ڌُني.

(١) پرلم پدارٿ جن گهٽ[1] وسيا - سهڄي[2] رهي سمائي
شبد رتي سي رنگ چاوُلي[3] - رالي سهج[2] سُيائي
وسيا شبد وچار رس ماڻي - لال پئي رنگ لائي
رام نام نهڪيول[4] حاڻيا - من ترپتيا سانت آئي
پنڊت پڙهِ پڙهِ موني[5] سڀ ٿاڪي -

پرم پيکَ نڪي پيکداري
گرو پرساد نرنجن[6] پايا - ساچي شبد وچاري
آواڳوڻ[7] نوار سهج[6] رالي - ساچ شبد مَن پايا
ستگرو شيو سدا سک پائيئي - جن وچهُ آپ گوايا
ساچي شبد سهج[9] ڌُن اُپجي - من ساچي[6] لڳو لائي
اگم اگوچر[6] نام نرنجن[6] - گُرمک من وسائي
ايڪس[6] مهه سڀ جگتو ورتي - ورلا ايڪ[6] پڇاڻي
شبد مري تان سڀ ڪڇ سوُجهي - اَن دن ايڪو جاڻي
جسنو نَدر[10] ڪري سوئي جن بوُجهي[11] -
هور ڪهڻا ڪتڻ نه جائي
نانڪ نام رتي سي بيراڳي[12] - ايڪ شبد لڳو لائي.

[راڳ سارنگ، محلا تيجا، اشٽپديِ (٢)]

(٢) گيان کنڊ مهه - گيان پرچنڊ[13]
تهي[14] ناد[15] بنود - ڪرڊ[16] انند.

سري جپ صاحب،
محلا پهلا، پوڙي(٣٦)

---

١. هردو، اندر. ٢. سپاوڪ. ٣. ڳوُڙهو، سهڻو. ٤. پولو، شُڌ. ٥. مونُ ڌاري. ٦. پرماتما. ٧. جمڻ مرڻ. ٨. اهنڪار. ٩. گيان. ١٠. ڪرپا. ١١. سمجهي ٿو، سڃاڻي ٿو. ١٢. سچا وراڳي. ١٣. پرڪاش ٿئي ٿو. ١٤. انحد شبدُ يا ڌُني. ١٥. بدڻ ۽ اچي ٿي. ١٦. ڪوُشون، جشن.

(۳۰) اَگيان تِرشنا اِس تَنهه[1] جلائي -
تسدي پُوڄهي جو گُور شبد ڪمائي
تَنُ مَن سيتل ڪروڌ نوارِي - هؤمي مار سمايا .

(۳۱) جَهه جهه ديکان تهه ايڪُو[2] سوئي - اِهه گُور مت بُڌ[3] پائي
مَنُ تن پران ڌري اِس آگي - نانڪ آپُ[4] گوائي .

(۳۲) گُور ڪا شبد رتن هي - ڪر چانڻ آپُ[4] دکايا
آپڻا آپُ[5] پڇاڻيا - گُور متي سچ سمايا .

(۳۳) سُپنتو[6] سنسار سب بازي[7] - سب بازي کيلُ[7] ڪلاوَنگو
لاهُا[8] نام گُور مت لئي چالهه - هر درگهه[9] پئذا جاوَنگو .

(۳۴) پاءِ[10] پگت[11] گُورمتي پائي - هؤمي وچهه شبد جلائي
ڏاوَت[12] راکي ناکِ[13] رهائي - سچا نام منِ وسائي .

(۳۵) اَنتر[14] آء وسي - گُور شبد وچاري کوء
نانڪ شبد مري من مانيئي - ساچي[15] ساچي سوء .

(۳۶) گُورمتي گيان رتن من وسي - سب ديکيا اُوهر[2] سُپاء
نانڪ ستگُور بُوهتي[16] وڏياگي چڙي - لي پؤجل پار لنگهاء .

(۱۵)

راڳ ملار، محلا
ٽيجا، شبد (۷)

راڳ ملار، محلا
پهلا، وار (۲۵)

راڳ ڪانڙا، محلا
چوٿان، اشٽپدي (۵)۵

راڳ پرڀاتي، محلا
پهلا، اشٽپدي (۴)۲

سلوڪ، محلا ٽيجا،
(۳۳)

(۳۴)

---

تن بدن . ۲. پرماتما. ۳. بُڌِي، سمجهه . ۴. اهنڪار. ۵. پاڻُ. ۶. سپني وانگر. ۷. کيل، ناٽڪ.
ـاپ، فائدو. ۹. مانَ شان مان. ۱۰. پريم. ۱۱. ڀڳتي . ۱۲. چنچل، پتڪندڙ . ۱۳. اَستر،
ـاگر . ۱۴. هردي ۾ . ۱۵. اهڙي ستپُرش جي . ۱۶. جهاز .

(۲۰) اِهہ حگ جَلتا لدِّي آيا - گور کيءِ شبد سَماء[۲]
شبد رلي سي سيتل ٿئي - نانڪ سچ کماء۔
راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (۲)، سلوڪ محلا تيجا

(۲۱) ساها گٿهہ نہ ڪرهہ ٻيچار - ساهي اوپر ايڪنڪار[۳]
جس گور ملي سوئي ٻڌ جاڻيءِ - گورمت هوءِ تہ حڪم پڇاڻيءِ۔
راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۱)۴

(۲۲) ٻدَن نُوڙ چرن ڪمل د رڙائي - ايڪ شبد لدو لائي
اَلڌ ڪوُپ پکيا نسي ڪاد ہو - ساچ شبد ٻِڌ آئي۔
راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۶)

(۲۳) گور ڪا شبد رتن هـيءِ - هيِرِي[۵] جِس جڙاء
شبد رتن جِس مَنُ لاگا - اِيهہ هوُلسا سماء
شبد سيتي مـن مِليا - سچي[۳] لايا پياء[۶]۔
راڳ رامڪلي، محلا تيجا، آنند صاحب، پؤڙي (۲۵)

(۲۴) هوم جُهِا[۷] نهي جاڻنا - گورمي ساچ[۳] پڇاڻ
نام ٻنا ناهي در ڍوهي[۸] - ڪوُڙا آوڻ[۹] جاڻ۔
راڳ مارو، محلا پهلا، شبد (۱۰)

(۲۵) قدرت دیکہ رهي من مانا - گور شبدي سڀ برهم[۳] پڇانيا
نانڪ آتم[۳] رام سباپنا[۱۰] - گور ستگور اَلکہ لکانا۔
راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱۵)۲۲

(۲۶) ڪِس سيوي ڪِيءِ ڪس سالاهي - ستگور سيوي شبد سالاهي
سچيءِ شبد سدا مَت اوُتم - اَنتر ڪمل پرگاسي هـي۔
راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (۳)۵

(۲۷) حبُّ تبُ سدهہ هو رکوني ناهي - حب لگ گور کا شبد نہ ڪماهي
گور ڪيءِ شبد مليا سچ[۳] پايا - سچي[۳] سچ سمائدا۔
- ۱۶(۱۲)

(۲۸) هيون[۱۱] ڪس گور شبد ڪمائي - هر[۳] سءُ سدهي رهيءِ سمائي
گور ڪرپا تـي مليءِ وڏيائي - هؤميءِ روگ نہ تاها هـي۔
۱۴(۹)

(۲۹) ڪايا ڪنچن[۱۲] شبد وپچارا - تِتي هر[۳] وسيءِ جِسدا اَنت نہ پارا وارا
اَن دِن هـر سيوهــــ سچي باڻي - هر جيءُ شبد مِلاندا۔
۲۱(۱)

---

۱. ترشنا هي باهہ ٻہ جلندو. ۲. نظر ٻہ. ۳. پرماتما. ۴. کوُهہ. ۵. هيرو، جواهر. ۶. پرماسا، ترير. ۷. حب. ۸. داخلا. ۹. جمڻ مرڻ. ۱۰. سمايو پيو آهـي. ۱۱. جيڪري مکتي حاصل ڪرڻ تا. ۱۲. سون.

(۱۰) گور ڪي ساکي[1] اَمرت باڻي - پيوَت هــي ڀـروانڻ پيا
درد رسن ڪا پرِتم[2] هوويءِ - مڪت ڀڳتي ڪري ڪيا؟

راڳ آســا، محلا پهلا، شبد (۳۸)

(۱۱) گور ڪي باڻي نام وَجائي - نانـــڪ محل شبد گهر پائي
گورمت ستِ سر[3] هرجل نايا[5] - دُرمت مَل سڀ ڏُرتَ[6] گوايا.

راڳ آســا، محلا تيجا، شبد (۵)

(11)

(۱۲) جن ڪو پوتيءِ[7] پن تنان گورؤُ ملائي - سچ باڻي گور شبد سُڻائي
جهان شبد وَسيءِ تهان دک جائي - گيان رتن ساڇيءِ[8] سهج سمائي.

(۱۳) جگ موهه باڌا بهتيّ[9] آسا - گورمتي اِڪ ڀئي اداسا
اَنتر نام ڪمل پرگاسا - تن ڪئُ ناهي جم ڪي تاسا[10].

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۲)۲

(۱۴) مَن تَن سيتل سيگار سڀ هوُتا - گورمت رام پرگاسا
نانڪ آپ اَنگرهه ڪيِتا[11] - هم داسن داســا.

راڳ آســا، محلا چوٿان، ڇنت (۳)۲

(۱۵) گورمت من ٺهراليئيءِ[12] ميري جندڙيئيءِ -
اَنت نه ڪاهوُ ڏولي[13] رام
من چندڙا ڦل پايا - هــر پرڀ گڻ نانڪ باڻي پواي رام.

راڳ بهاڳڙا، محلا چوٿان، ڇنت (۱)۱

(۱۶) شبد چين[14] من نرمل هوويءِ - تان هر ڪي گڻ گاويءِ
گورمتي آپيءِ آپ پڇاڻيءِ - تان نِج[8] گهر واسا پاويءِ.

راڳ وڏهنس، محلا تيجا، اشٽپدي (۲)۲

(۱۷) ستگور نــو سيڪو وِسڪــدا[15] - جيتا جگــت سنسار
ڏنيءِ مڪت نه هوئي - جِچر[16] شبد نه ڪري ويچار.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (۲۱)، سلوڪ محلا تيجا

(۱۸) گهت گهت اَنتر برهم[8] لُڪايا - گهت گهت جوت سَبائي
بجر[17] ڪپاٽ[18] مڪتي گــورمتي - نربهيءِ[8] تــاڙي[19] لائي.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (۶)

(12)

(۱۹) گور ساکي[1] اَنتر جاڳي - تان چنچل مت تياڳي
گور ساکي ڪا اُجيئارا[20] - تان مٽيا سگل اَنڌارا.

---

۱. سکيا، اپديش. ۲. ڪانکي، پياسي. ۳. سمرن ڪجي لو. ۴. ست سنگت. ۵. وهنجي لو. ۶. وڪار، ترشنائون. ۷. پلؤ، ڀڳيه ۸. ۸. پرماتما. ۹. گهڻي. ۱۰. ڊپ. ۱۱. ڪــرپا، مهر، ٻاجهه. ۱۲. ايڪاگر ڪيو آهــي. ۱۳. ڀٽڪي. ۱۴. گــرهڻ ڪجي. ۱۵. ڏسي لو. ۱۶. جيستائين. ۱۷. پٿر جهڙو، اَگياني انڌا. ۱۸. مغز، ٻڌي. ۱۹. ڌيان لڳايو. ۲۰. روشناڻي، سوجهرو.

## (١٠) ستگور جو شبد ۽ گورمت.

(١) سچ هو[1] نام سچ هي سرٽا - سچ گور شبد جتي لگ ترٽا
آڪٿ ڪٿيءِ دهڪي اپرنپر - ڦُسن[2] گرپ نه جونِي جايا
گور بن موکه مکت ڪنهُ پائيئي - بن گور رام نام ڪنهُ ڌ پائيئي
گورمت ليهُ تره پوُ دُتر - مکت پئي سکه پايا
گورمت ڪرشن گووردن ڌاري[3] - گورمت ساگر[4] پاهڻ تاري
گورمت ليهُ پرم پدُ پائيئي - نانڪ گور پرم چُڪايا
گورمت ليه تره سچ تاري - آنسر چيتهُ ردي مُراري
جم ڪي ڦاهي ڪاٽه هر جپ - اَڪل نرنجن[1] پايا
گورمت پنچ[5] سکي گور پائي - گورمت اگن نوار سمائي
من مکه نام جپه جگ جيون - رد انتر الکه[1] لکايا
گورمت بولهه هر جس سوچا[6] - گورمت آکي دهکه اوچا[1]
سروڻي نام سُڻيءِ هر باڻي - نانڪ هر رنگ رنگايا.

[راڳُ مارو، محلا پهلا، سولهو (٢٠)]

(٢) سڀ رس دهي اندر پائي - وِرلي ڪنهُ گور شبد بُجهائي
اندر کوجيءِ[7] شبد سالا هي - باهر ڪاهي جاها هي؟
وڻ چاکي ساد[8] کسيءِ نه آيا - گور کيءِ شبد امرت پيتايا
امرت پي امرا[9] پد هوئي - گور کيءِ شبد رس تاڻا[10] هي

---

١. پرماتما. ٢. پوءِ، وري. ٣. پربت کي آگر تي کنيو. ٤. ساگر. ٥. پنج گڻ. ٦. شُڌ، پوتر. ٧. ڳولها ڪري. ٨. سواد، چشڪو. ٩. نهچل، قائم. ١٠. لن کي.

حي جيئري سڄاڻ ۽ سچيت نہ ٿئين تہ مرڻ وقت ڪر اُجي جاڳائيندءِ؟ جي سهڻو آئي لنو ليءِ، تہ مُٺي بہ ڪافي موقعو ماندءِ. پريتم کان وڇڙي وڃ آهن. جي سڌوگہ جي سڪ اُنئي نہ ڪر اوجاڳر، اولو وڪہ اڪير سان ۽ فنا ٿيءُ فراق ۾. نثار ٿي وڃ نام مٺان تہ نوازي ٿي ۽ نوازش ٿئي. واسنا جو سهڻا گل، سندر ڦل، عطر، عنبر ۽ ڪستوري پئي ورائيندي. اُمرت ڌارا پئي اچي وسي. جن جا ليڪ ٿند پرنيل هوندا، سي ڪيئن ڇهوائي جهلبندا ۽ پرساد پليءِ پائيندا؟ جاڳ، جاڳ! اِ، تہ ڪيئن جو ڪافلو ڪوچ ڪري وڃندءِ.

واسنا جو جهولن پهر، پرڀات جو پهر، برانهه ڪال، اَنئي اُمرت ويلو. اُنهيءَ اُسر ويل اُٺي، دنيا جي دامن کان دور ٿي، پريتم جي پريم ۾ ولهي، نام جو سمرن ڪر تہ سچو ڏيهن سڦلو ٿيئي. اِنهيءَ شانتيءَ ويلي، مالڪ جي مهر جو ميهن وسي ٿو. صاحب چون ٿا تہ جي اِنهيءَ ويلي جاڳي، اُمرت ڌارا جو اِشنان ڪن ٿا ۽ ڀڳوان جو ڌيان ڪن ٿا، اهيئي آهن سڀ پرش، اُلک پرش، اڳم پرش، اُناهي پرش. اهيئي اُمرتا پرتين ٿا.

اي پندا، تون بہ ڪيئن جنمن کان گهري اونگهہ ۾ رهيو آهين. هن جنم ۾ تہ هاڻي اُک پٽ. قيامت اچڻ ۾ ڪهڙي دير آهي؟ سو پريتم جي ذڪر ۾، وڇوڙي جي فراق ۾ تہ ڪج اُلفت جا اَفسانا لِک، حسرت جون هڇون هار، سڪ سوز جا ساز وڄاءِ، اِلاهي عشق جا آواز اُٿار ۽ دردي آلاپ ڳاءِ، تہ من دلبر جي در تائين پهچن، تہ مــن ڳُجهو سڏ ٻڌ سٽائي، عرض اُگهامڻي، غم جا ڳوڙها ڳڙن ۽ وصل جي وڙوُنهہ لڳي. جاڳڻ وڳر لڌڻ جو تہ آهي. اُهو جاڳڻو تہ هُياري شراب، چور چڪار، ڀوڳي ۽ روڳي سڀ پيا ڪن. جي رنگ ۾ رنگجڻو آئي، تہ اکين جي اوجاڳي سان، من کي بہ سڄاڳ، سچيت ۽ سرتشت ڪر. جي من سڄاڳ آهي تہ اکين جي ننڊ بہ ڪانہ نقصان ڏيندي. جي من سچيت آهي تہ مانجهي سنسڪار، سڀئي پڻ بہ ڪونہ ايندا. جي من سريشت آهي تہ سهڻو ساجن، ننڊ مان بہ اُٿاري، اچي جهولي ڀريندءِ، چو تہ لنهي تُوقيف ڪيس بہ ڦٽائيندي. سڪ اکيان ساجن خود پيوس ٻانهو ٿي ٿو پئي. معشوقي مونسو مٺائي، خود مونالح منگتو پٺي ٿو. اِها بہ پرماتما جي پلئمازي آهي، روحاني راز جو رمل آهي. صاحب فرمايو آهي.

(١) ڪِيا سُتا ڪيا جاڳنا - گُرمک لسي پرواڻ
جِنان ساس گراس نہ وسري - سي پُوري پُرک پردان.
(راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٢))

(٢) دالي صاحب سندڙيا - ڪِيا چلي تس نال
اِڪ جاگندي نا لهن - اِڪنا سُتيا ديہ اُٺال.
(سلوڪ، شيخ فريد (١١٣)، [سلوڪ محلا پهلا])

قلمَ مساجني ڪيا سدائيڪيءَ - هردي هي لِکِ ليکُ
سدا صاحب ڪي رنگِ رهيءَ - ڪبهوُ نہ ٿوُنس ڀيکُ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا ٽيجا

هِتي صاحب، سادڪ کي چتائين ٿا، تہ هرنام جي جپڻ، ڇپڻ، ڳائڻ، ٻُڌڻ، ٻڌائڻ، پڙهڻ يا لکڻ مان، ڪجھ ڪُڇ ٿيل نہ نڪرندو، جيسيتائين ڪ نام ۾ نشچو نہ هوندو، نام جو سڪ ۽ شردا سان سمرن نہ ڪبو، من اوُجل، نرمل ۽ پوتر نہ هوندو، پنهنجي وڪار ناس نہ ٿيل هوندا، نيت، ڀاونائون ۽ ويچار ڌارا شُڌ نہ هونديون ۽ دُئي ۽ ڏيهہ جو ڏوُرو ختم ٿيل نہ هوندو. رام نام سان شروعات ڪري، آخرين رام نام ۾ سمائجي وڃڻو آهي. باقي مُکَ سان "رام رام" تہ سيڪو پيو چوي، پر انهيءَ پوڪ پولڻ مان يا انهن اکري آوازن مان، نہ سچو ساز وڄندو، نہ سچو سوز لڳندو ۽ نہ مٺو سواد ايندو. سوز جاڳندو تڏهين، جڏهين هردي روُپي رباب جي تارن تي، اهو سُر وڄندو. مٺو سواد ايندو تڏهين، جڏهين سداري گهڙين مان نڪري، اڪو اونڪار ۾ سمائجي وڃبو. تنهن ڪري، اي بندا، رڳو ويدن، سِمرتين، شاسترن، پُرانن ۽ پوٿين ٻُڌڻ يا پڙهڻ مان مُڪتي پراپت نہ ٿيندي، پر پستڪن جي ويچارن تي عمل ڪرڻ مان ايندي، رام رام جي اکرن گرهڻ ڪرڻ مان ايندي. انين رام نام جو سمرن من ۾ پاڻمرادو ٿيندو، نرسنسي ٿي، بنا ڪنهن رنڊڪ يا رخني جي. چِپن چورڻ کان اول، چِتُ چورڻو آهي. تنهن ڪري، صاحب فرمائين ٿا.

(١) لِکند يا لکند يا ڪاڳد مَس ڪوڙي - دوُجيءَ ڀاءِ سڪ پائي نہ ڪوڙي
ڪوُڙ لکيءَ ٿيءَ ڪوُڙ ڪما وهہ - جلِ جاوهہ ڪوُڙ چِت لاوڻيا.

راڳ ماجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپدي ٢٢ (٦)

(٢) نانڪ ناءُ خداءِ ڪا - دل هڇيءَ مُک ليهہ
اوُر دِواجي دُني ڪي - جوُٺي عمل ڪريهہ.

راڳ ماجهہ، محلا پهلا وار (٦)

اي بندا، هاڻي اهو صاف ظاهر ٿيو تہ نام جو فائدو فقط انهيءَ کي ملندو، جنهن جي هردي ۾ صدق ۽ سڪ، سچائي ۽ شردا آهي. اڄوڪو انسان غفلت جي ننڊ ۾ غلطان رهي ٿو. [illegible]و سگهي ۽ نہ وري اوديا جي اوُندهہ ۾ ڀٽڪندو هوندو. هوُ هميشہ سجاڳ، چيتن ۽ سرِشٽ هوندو. انهيءَ لحاظ کان، صاحبن جاڳرتي لاءِ ڪ وڏيڪ وزن ڏنو آهي. [illegible]وُ اپديش ڏين ٿا تہ اي بندا، تون آهين غفلت جي ننڊ ۾ اکوٽ، جنهن ڪري تنهنجي [illegible]در ۾ پنجن وڪارن وارا لٽيرا گُسي ويا آهن ۽ تنهنجي ڪلاڪايا، شُڌ ٻڌ، سوچ سمجهہ، هوش حواس، سڀ لُٽي پوُرو ڪيو اٿائون. اڃان بہ سُتي ــ سُتا سوُر ستائين پيا. پر [illegible]جاڻو اوجاڳي مان ڇا ڄاڻن؟ سي تہ سڄي عمر سمهيو پون. باقي جيڪي سڪ سوز ۾ سُتا [illegible]ن، سي پيا اُٿي ڪن ٻروچ جي پرڇڻ جي پچار ڪن. سي سڪ ڪيئن سمهن؟ سو سمجهڻ،

هي سرجڻهار سائين، شال مان سدائين پيو هريءَ جا ڪيرتن ٻڌان، ٻڌي اندر سان اوريان، جاڳيءَ سان جڳان ۽ اُنهيءَ وشرام پايان. آندران اَنليل ناهر ٻڌان ۽ ٻاهر ٻون ٻڌل اندر اوليان. اِهين چشمو ۽ ڦوهارو ٻئي ٻاڻ ۾ ملي پيا امرت اوليين ۽ اُنلائين ۽ مان پيو تران ۽ تران. اندر اورڻ ۽ چت سُرتيءَ سان ڪيرتن ٻڌڻ اڄايو آهي.

آنند سُکُ وڏ ڀاڳيو - سڳل منورٿ پوري
پاربرهم پرڀ پايا - اتري سڳل وِسوري.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، آنند صاحب پوڙي (٤٠)

هي ڪرتار ڪرپالوءَ، مون کي اهڙي مت ڏي ۽ اهڙي سکيا ڏي، جو مان هريءَ جا گڻ ٻڌي، وري ٻين کي نه ٻڌايان ۽ جيءَ، ٻين کي جڳايان. جو مون کي ٻڌائي تنهن تان ٻاڻ قربان ڪريان ۽ جو مون کان ٻڌي تنهن تان ٻي سر صدقي ڪريان. نه سر ساڻيان ۽ نه سراڻ جو صرفو ڪريان. رام نام تان ٻاڻ گهوري گهمايان. اهڙي سِر جي قرباني سهائي ليندي.

ڪرڻي ڪاڳو ڪر سُرتي - ڪر آچر سُناوي
جنم جنم ڪي مَل اُتري - من چندا پاوي
آوڻ جاڻا مِٽيئي - هر ڪي گڻ ڳاوي.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (١٣)

جو نام جي مهما پڙهي ٿو، ويچاري ٿو ۽ عمل ۾ آڻي ٿو، اهو ٿي سچو پنڊت ۽ ودوان آهي، عاقل ۽ عامل آهي، عالم ۽ عابد آهي، عاليٰ انسان آهي، نه ته ڪل جي اجاڻ ڪان پر پنهنجي پرانيءَ سان. اُنهيءَ هر نام جو ليکو پڙهي ڦرلو ته پيا سڀ سندس ليکا چُڪتو ٿي ويا. هُن شبد ۾ سُرتي لڳائي، اندر اوري، سچ لڌو آهي ۽ سچ ۾ سمائجي، مُکتيءَ جو مارڳ پاتو آهي. دلبر سان دل لڳيءَ جو دام ڏني، دم لڳائي ٿو ۽ دمُ دمَ ۾ ملائي ٿو.

سو پڙهيا سو پنڊت بينا - گور شبدي ڪري وچار
اندر کوجي تتُ لهي - پائي موک دُئار.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢١)، سلوڪ محلا تيجا

هي خداوند، مان شال ڪاغذ، قلم ۽ مس قبي ڪري، تنهنجو سچو نام، سُرتيءَ سان هردي ۾ لکان ۽ لکي لکي ٻاڻ کي رنگ ۾ رڱيان ۽ اوسان تنهن جو انتظر لڳايان. هوند مان من کي مس ڪري، ٻڌيءَ کي ڪاغذ ڪري، پيار کي قلم بڻائي، چت سان وڏي تنهنجا ويچار لکان ۽ تنهنجي امرت ٻاڻي لکان. ڌن ڌن آهي اُهو قلم، ڪاغذ ۽ مس، جنهن سان سچي نام جي مهما اُڪرن لکجي ٿي. اهڙا ڪلڪ ڪلا جي قابليت نه، آهي ٻڌ قلوب ڪلا جي ڪماليت آهي، جا پلڪ ۾ ٻوليءَ سان ٻرڇو ڪرائي ڇڏي، لکي ۾ لڪاءَ لڳائي ڇڏي. سال جي ساڌنائن ڪانهوءِ ٿي، اهو لکي جو لڪاءَ اکي سگهي ٿو.

صاحب چون ٿا تہ اهو ڏينهن سڀاڳو آهي، جنهن ڏينهن مان پار برهم کي ڏٺو آن ٿو. ٻهار وڃان انهيءَ گهڙيءَ تان، جنهن مهل منهنجو من هري نام ۾ لڳل آهي. اي منهنجا دوستو اچو تہ سنساري سڀاڳپڻ ڦٽيون ڪري، ٻاڻ ۾ ملي، هري رس جو سواد وٺون. اڪو اونڪار جي شون وٺون، رڳ رڳ ۾، نس نس ۾، سواس سواس جي سُر تيءَ ۾ جپيون ۽ انهيءَ سان ئي نينهن جو ناتو نباهيون. هٿ پيلي وهنوار ۾ رڌل هجن ۽ مک رام ۾ رڌل هجي ۽ چت نرنجن ۾ ڪُتل هجي. جيئن سرير ۾ پران آهن ۽ گهٽ ۾ ساهہ آهي، تيئن شال پيو سائينءَ کي سڀاريان، ته جي پران نڪري وڃن، تہ بہ هونئڌ منهنجو پريم قائم هجي ۽ هردي جو واسو هريءَ جي چرنن ۾ هجي. اها ئي آهي سچي التجا ۽ اپاسنا، عاجزي ۽ عبادت، بندگي ۽ رياضت، سادن ۽ سمادي، جا ڌڻيءَ جي درگاهہ ۾ داخلا وٺي ڏيندي.

کب لگ پراني لسيءَ سرپوهہ – جب لگ گهٽ مهہ ساسا
جي گهٽ جاءِ تہ ياءِ نہ جاسي – هر کي چرن نواسا.

راڳ سوهي، ڪبير صاحب، شبد (۴)

مَن، منهنجو منُ نام کي مڃي، نام ۾ سچو صدق رکي. ايشور کي آرادي ۽ رنگ ۾ رچي. هي پروردگار، جي مان توکي مڃان ٿو يا تنهنجي ناليتي ٽهل شيوا ڪريان ٿو، تہ توتي ڪو ٿورو ٿدو ڪونہ ٿو ڪريان. مان تہ تنهنجي در جو بيگانو، پيڙو فقير آهيان. تون پيو داتما ڏين ۽ مان ڳٽڪور پيو وٺان ۽ وٺي، وڏيڪ گهران. اهو کي کيچ مانَ ڪٺو ڏي جو طلب ترپت ٿئي، طالب ۽ مطلوب ملي وڃن. رام نام ۾ ئي اها رمز رکيل آهي.

ٌتدنو شيوهہ تجهہ کيا دپوهہ – مانگهہ ليوهہ رهہ نهي
تون داتا جيئا سيا کا – جيئا انـدر جيئہ تهي.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (۱)

هي مالڪ، مون تي مهر ڪر تہ تنهنجا گڻ ڳايان ۽ گڻن جو ويچار ڪري ۽ گڻن ۾ سمائجي وڃان. سنتن جو سنگ ۾ پيو پڳوان جو پڄن ڪريان. پيون ۾ گهمگهرو پائي ۽ گهونگهٽ پڪي، پنهنجي پياري پريتم اڳيان نچان، ڪُڏان ۽ متانس سر صدقي ڪريان، تہ من انين، نينهن جو نيايو پهچي، الست جو اقرار پورو ٿئي، پرانءَ جي نظر ناز عطا ٿئي، بيخودي اچي، الاهي مستي لڳي ۽ اکنڊ خمار چڙهي. تہ من انين کيس وٺان، وٺس وهان ۽ پانڌ پوان.

انسي روت رهہ من ميري – هر چرٽي چت لائي
بسر پئي گسٽ گاءِ موهر – نسريڻ سهج سمائي.

راڳ سارنگ، محلا پهلا، اشٽپدي (۳) ۱

هوا، ڀرٿوي، ٻرهمه ۽ آڪاس، ماضي، حال ۽ مستقبل، ڪالُ، ڪالُ ۽ اَڪالُ، جاڳرتا، سُپنو ۽ سُشوُپتي، وڏائُون، سڌائُون ۽ ننڍائُون، جپ، تپ ۽ نيم، شاستر، پُراڻ ۽ سمرتيُون، جيو، جسم ۽ جيمت، آدمي، حيوان ۽ پکي، اَناج، ميوا ۽ ڀاڄيُون، وڻ، ٽڻ ۽ ٻوٽا ۽ سنسار اندر جيڪي به ڏسڻ ۾ ٿو يا اَندازي ۾ اچي سگهي ٿو، سو سڀ اوآنڪار اکر مان اُپايل آهي. ٻوءِ به اوآنڪار اُجايو اَلپ آهي، اَڪٿ آهي، اَلک آهي. اوآنڪار ۽ ايشور، انهيءَ ۾ ڪو ڀيد ڪونهي.

سو ”اوم“ اکر، عبادت جي اَول عمارت آهي، اَنهدُ ڌني آهي، نرمل ناد آهي، اسم اَعظم آهي، الاهي ڪلام آهي. ”اوم“ اکر شبد آهي، ستگور آهي ۽ سرجڻهار به آهي. ”اوم“ اکر ۾ انهيءَ لوڪن جو سارُ سمايل آهي. سڀ هوم، يگيه، دان ۽ پن، ”اوم“ اکر سان شروع ڪجن ٿا. انهيءَ مُول منتر جي، جامعيت سان، وسيع خياليءَ سان، ڌيان ۽ ڌارڻا ڪرڻي آهي، زبان سان، ڪنٺ سان، هردي ۾ ۽ ناڀيءَ ۾. ليڪن روحاني رت ۾ چڙهي، ”اوم“ اکر جي پاٺ ۾، سُرتيءَ روح جي تند سان ٽُڙڪي، اوآنڪار کي چِت اندر چُٽو آهي. اهڙي ورن آتمڪ جاپ مان، ڏُن آتمڪ جاپ حاصل ٿئي ٿو، جڏهن ۾ من ۽ آتما جي ٻِنڌ ڇُڙي پوي ٿي، ۽ آتما ۽ پرم آتما جو ميلاپ ٿئي ٿو، ۽ جيوَن مُڪتي پراپت ٿئي ٿي. انهيءَ اِستثنيءَ ۾ اَڪٿ ڪٿا جو جاپ ٿئي ٿو، زبان چُرڻ بنا جپي ٿي، اکين بنا درسن ٿئي ٿو، ڪنن بنا سُرتي لڳي ٿي، پيرن بنا پنڌ ٿئي ٿو ۽ هٿن بنا هاج ٿئي ٿي. ڏوءِ چڪشو کُلئي ڪانٿوءِ، سڀ ٻاهريان انساني عضوا بيڪار ٿيو پون. سُرتي صُورت سان سرچي ٻئي ۽ حاڪم جي حڪم اندر، ڪرپا ڪرم ڪري. صاحب انهيءَ ”رام نام“ جي جاپ جي هدايت ڪن ٿا، ته جو جو اهڙو جاپ ڪندو، سو سربلنديءَ، سرفرازيءَ ۽ سر منزل جي سطح تي پهچي ٿو ۽ ڀؤجل ساگر پار ڪري، پرم گت پائي ٿو. اُتي اکر سڀ ٻي معنيٰ ٿيو پون، جو نه ٻوليءَ يا لپيءَ جي دڪار ٿي ڪاڻ ٿي رهي. اُتي مڙئي ملڪ ۽ مذهب ملي ٿا وڃن، فرق فرقا مِٽجي ٿا وڃن. هيءَ وهم آهي، وهم نه آهي. اوآنڪار يا الله، رام يا رحيم هڪ آهي. انهيءَ اِڪ سان اِڪُ ئي وڃڻ آهي. اهـي گياتوان گورمک ٿي آهن جو ڪبيسر جڳ ۾. اُنهن پاڻ نه تاريو آهي، پر ٻين سچن سادڪن کي به تاري سگهن ٿا.

صاحبن وڌيڪ سمجهايو آهي ته پستڪن ۽ پوٿين ۾ به پرميشور سمايل آهي پر جڏهن ڪي سچوَن اکيُون آهن سي ئي سُرتي لڳائي، سچ سڃاڻن ٿا. جو پراڻي انهن ستنام ۾ سمايل آهي، اهو ئي رام جو روُپ آهي. اَهڙي هرجن ۽ هريءَ ۾ ڪوبه فرق ڪونه آهي. اهو ئي هر ۽ اهو ئي پسو آهي. من جي مِٽتا بنا، رگھومُک سان واهي پاٺ ڪرڻ، بيسوُد آهي.

جو پراڻي لِس ڏن اَهيءَ - روُپ رام لهه جانُ      سلوڪ، محلا ناوان

هرجن هـر اَنتر نهـي - نانڪ ساچي مانُ      (٢٩)

## رام نام جو جپڻ، ميڻ، ڳائڻ، ٻڌڻ، ٻڌائڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ.

مٿي ڏنل چوڻن وچن مان ڏسبو، ته صاحب سمجهائيو آهي ته ”رام نام“ ئي، سڀني ڪارجن ۾ اهم ڪارج آهي ۽ سڀني ڌرمن ۾ سرشٽ ڌرم آهي، پوءِ چاهي نام جو جپ هجي، ميڻ هجي، ڳائجي، ٻڌجي، ٻڌائجي، پڙهجي يا لکجي. اهي سڀ ڪريائون سکدائڪ ٿينديون، بشرطيڪ انهن ڪريائن ۾ جو ڌيان، چت جي سرتي ۽ هردي جي ڀاونا جو لڳاءُ، لڳل هوندو. سو اي بندا ڀوران، تون هردي سان هرگز هنداءِ ۽ پوءِ زبان سان ڳاءِ يا ڪن سان ٻڌ، هردم ۽ لڳاتار، دک يا سک ۾، اٿندي يا ويهندي، سمهندي يا جاڳندي، ساهه کڻندي يا ساهه ڪيڍندي. ايمان ۽ اعتقاد سان، پاڻ ڳاءِ ته ٻين کي به ڳاراءِ. پاڻ ٻڌ ته ٻين کي به ٻڌاءِ. مطلب ته ڀيو وٽ ۽ وراهه. ائين هرجس اڪٽاو، امرت رس وراهجي ۽ جڳت جو جنڪار ٿيندو. سنسار آهي سپنو، چند روز جي چاندڻي. سو سستي ڇڏي، غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿيءُ. وقت نه وڃاءِ. وقت ڪنهن لاءِ ڪونه ترسندو ته جو وقت لاءِ ترسي سو به رهجي ويندو ۽ پڇتائيندو ڪونه. جو سڀاڻ ڪرڻو آهي، سو اڄ ڪر ۽ جو اڄ ڪرڻو آهي، سو هينئر ڪر. سمجهڻ سولو ٿيءُ ته مرشد ملائيندءِ مون سان، نه ته ننڊ ڪئين نهوڙي ڇڏيا.

من جي اڪ ۽ هردي جي اُڃ، سنساري سکن ۽ سرابڪ سوادن مان موڙ ڪانه مٽبي. رام نام ۾ ئي ترپتي ملندي. لنهن ڪري تن روپيءَ منڪيءَ ۾، شبد روپي کير وجهي، من روپي مانڌاڻيءَ سان واهپي ولوڙ ته امرت روپي مکڻ نڪ ڪي ماي. پيو اهو مکڻ چک ۽ چت ته هٽجي وڪار اچي پاڙي پون پٽ. سچ جو سودو ڪر ۽ سنتن جو سنگ ڪر. رام نام جي اکرن ۾ وڏي ڪلا ۽ ڪيميا سمايل آهي. ڀلي سموري پرابل ودپا وسري وڃي پر شال اهي ٻه اکر نه وسرن. اهي ٻه اکر ياد ڪري، هٿين سان هنداءِ، ۽ پوءِ لسي هٿن سان واهي لکه ته نيڻن سان به پڙهه. پيا ليکا ڇڏ اليکا ۾. هڪ ڪي ۽ هڪ ڇٽي ٿيڻ پيا، سمرن ثابت ڪونه پوندو. رام نام پيا، سڀ ودپا وترت ويندي.

دکن ديس ۾، نربدا نديءَ جي ڪناري تي، گرو نانڪ ديو جن، سڌن کي ”اونم“ اکر ٻڌايو، اهم اپديش وٺي ڏنو. ”او“ معنيٰ اوآنڪار ۽ ”نم“ معنيٰ نمسڪار ڪرڻ جي لائق. پرماتما ئي اونڪار آهي، جنهنکي هميشه، هر هنڌ، هر وقت ۽ هر حالت هيٺ، نمسڪار ڪرڻ جڳائي. ساري سرشٽيءَ جي اتپتي، اوآنڪار مان ٿيل آهي. پنجئي تت جي هوُن هڪ ٻئي جا ورودي آهن، سي سڀ سرشٽيءَ اندر، ميل، موافقت ۽ مطابقت ۾ اچي ويا آهن. برهما، وشنو ۽ مهيش، آتما، من ۽ ٻُڌي، سج، چنڊ ۽ تارا، جل، اگني ۽

(١٧) ڇهُ ورلا وح جاڳي ڪره - جيئي ڪاليءِ[1] لي جڙئي سوه
ڪهمَ لاتڪ حن حاڳي سوه - ڪان الهن[2] هاڪي نسري هوءِ.
— راڳ پربهاتي، محلا لنجا شبد (٢)

(١٨) تاءِ پرياتي شبد ڏيانيءِ - جوڙهه ڏاي پرڀا[3]
پرٽوئس[4] تارڪ داس داسا - ڪڳ هار يا ڻن حيتا.
— راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٩)

(١٩) پيءِ[5] پاءِ جاڳي[6] سي حن حاڳر ڪره - هومي[7] مڻل انار
سدا حاڳيه ڪهر آپڻا راکهه - پيع نَشڪر[8] ڪادهه مار.
— راڳ پرڀاتي، محلا لنجا، اشٽپدي (١) ٢

(٢٠) ڪبير سؤنا ڪيا ڪره - اٿ ڪ ن حوه مُرار[9]
اڪ دن سوڻن هونگو - لامبي ڪوڙ پسار.
— سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٢٨)

(٢١) ڪبير سؤنا ڪيا ڪره - بيٺا رهه اَر حاڳ
حاڪي سنگ لي بچڙا - تاهي ڪي سنگ لاڳ.
— (١٢٩)

(٢٢) فريدا راتي ڪتوري[10] والديئي[11] - ستا مِلي ن پڙ
جِنان نين ندراولي[12] - تِنان ملڻ ڪتاءِ[13].
— سلوڪ، شيخ فريد (٨٠)

(٢٣) پهلي پهري ڦلڙا[14] - ڦل ڀي پڇا[15] راتي
حو حاڳن لهن سي - سائين ڪنُو[16] داتي.
— (١١٢)

(٢٤) ڏالي[17] صاحب سندڙان - ڪيا چلي تِس نال
اڪ حاڳندي نا لهن - اڪنا سُتا ديهِ اثال[18].
— (١١٣) [سلوڪ محلا پهلا]

(٢٥) سُتڙي[19] سُکي سوڻن - هو راتي شهه آڻي
پرپر وچڙها[20] ڏٺي سُهُ - آلي پهر لوڻن[21].
— سلوڪ، محلا پنجوان، (١٢)

---

١. جمڻ مرڻ هي چڪر ڪان. ٢. شرم. ٣. پريت، موهه. ٤. فرمائين ٿا. ٥. پڳوان جو پڙ. ٦. پڳوان سان پريم. ٧. آهنڪار. ٨. وڪار. ٩. پرماتما. ١٠. ڪستوري. ١١. وراهي ٿي. ١٢. ننڊ، اڳيان هي غفلت. ١٣. ڪٿان. ١٤. گل. ١٥. پرتين. ١٦. هي. ١٧. داتار جي دات. ١٨. ننڊ مان اٿارڻ. ١٩. سمهن ٿا. ٢٠. وڇوڙو. ٢١. لاکون لڌي.

(٦) گور ستگوُر ڪا جو سِکہ اَڪائي[١]-سو پاڪي[٢] اُت هر نام ڌياوئِ
آدم ڪري پاڪي[٢] پرياتي - اِشنان ڪري اَمرت سر[٣] ناوئِ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١١)

(٧) ڪِيا سنُوٽا[٤] ڪيا جاگنا - گورمکہ تي پروانُ
جِمان سـاس گراس نہ وسرئِ - سي پُوري پُرکہ پردان.

(١٢)

(٨) نا جم دوُت - دوُکہ تِس لاگئِ
جو جَن - رام نام لِوَ جاگئِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٩

(٩) پِيي وَنٽريئي[٥] - چاهڪن تاري
جاگهہ سَنت جَمان - ميري رام پياري.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چنت (١)١٠

(١٠) پرِاٿهڪال[٢] لاگہُ جَن[٦] چرني - نِس باسُر[١٣] دوس ڌياوهُ
تُن من اَرپ ڪرهُ جَن[٦] شيوا - رسنا[٧] هر گڻ گاوهُ.

راڳ ڊ پوگنداري، محلا پنجوان، شبد (٢٦)

(١١) اِڪو ستگور جاڳتا - هور[٨] جَگہ سوُتا موهہ پِياس
ستگور شيوَن جاڳن سي - جو رَتي سچ نام گڻ تاسَ[٩].

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٧)، سلوڪ محلا تيجا

(١٢) پراٿهہ[٢] ڪال - هر نام اُچاري
اِيس اُوٽ[١٠] ڪي - اوت سَواري.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(١٣) گوبند گڻ گاوڻ لاڳي - هر رنگہ اَن دِن[١٣] جاڳي
هر رنگہ جاڳي پاپ پساڳي - مِلي سنت پيارا.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، چنت (١)٣

(١٤) پَيچ سنگہ[١١] گور تي چُٽي - دوُکہ اَر[١٢] راڳہ
رِدي پرگاس پرگٽ پِيا - نِس باسُر[١٣] جاڳہ.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٢)

(١٥) اِڪ شبد وِيچار سدا جَن[٦] جاڳي - اِڪ مايا موهہ سوءِ رهي اَياڳي
آپي[١٣] ڪري ڪرائي آپي - هور ڪرڻا[١٣] ڪڇوُ نہ جائي هي.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٠)٤

(١٦) پرِياتي[٢] پرڀ[١٤] نام جپ - گور ڪي چرڻ ڌياءِ
جنم مرڻ مَل[١٥] اُترئِ - سچي[١٤] ڪي گڻ گاءِ.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (١٦)

---

١. ڪوناٿي. ٢. اُسر ويلو. ٣. تلاءُ. ٤. سمهڻ. ٥. رات پُوري ٿي. ٦. سنت مهاتمائوُن.
٧. زبان. ٨. باقي بيو. ٩. خزانو. ١٠. لوڪ پرلوڪ. ١١. وڪار. ١٢. راڳ ۽ دِويش. ١٣. رات ۽ ڏينهن. ١٤. پرماتما. ١٥. گندگي، چڪر.

(۱۹) ڏانُ سو ڪاگد قلم ڏنــن ـ ڏَنُ پانڌا ڏَن مسُ
ڏَن ليکــاري نانڪا ـ جِن نام لِکايــا سچ.

(۲۰) ڪبير سنسا دوُر ڪر ـ ڪاگد ديھ اُســهاء
باوَن اَکــر سوڌ ڪيءُ ـ هر چرني چت لاء.

(۲۱) ڪبير واهيءُ رام ڪهہ ـ ڪَهبي ماهہ ابيڪ
ايڪ اَنيڪهہ مِل گيا ـ ايڪ سمانــا ايڪ.

واڳـــ ملار، محـــلا پهلا، وار (۲۸)

سلــوڪ ڪبـيـــر صاحب (۱۷۳)

(۱۹۱)

---

۱. ڏنيواد جي لائق. ۲. مَس ڪُوڙي. ۳. پرمالما. ۴. لوڙهي جڏ. ۵. ويچاري يا گرهڻ ڪري.
۶. ووا سان، سُرليءَ سان. ۷. ڪي انسان. ۸. مسساري وهدوارن. ۹. سمائجي ويا.

(٩) مُکھ ھو ھو[1] سب ڪر ڪري - وراءِ ھـردي وسيا
نانڪ جن ڪي ھردي وَسيا - موڪ مڪت تِن پايا.

راڳ وڏھنس، محلا ليحا، اشٽپدي (٨)٢

(١٠) ڪايا[2] ڪاگد ھي ايتني پياري - مَنُ مَسوائي ڌار
للتا[3] ليکڻ سچ ڪي پياري - ھر گڻ لِکھ ويچار
ڌَن ليکاري نانڪا پياري - ساچ لکئي اُر ڌار[4].

راڳ سورٺ، محلا پھلا، اشٽپدي (٨)٣

(١١) سو پڙھيا سو پنڊت بيِنا[5] - گرو شبدي ڪري ويچار
اندر کوجي لٽ لھي[6] - پائي مُوڪ دُئار.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٣١) سلوڪ محلا ليحا

(١٢) بيد ڪيتب[7] سِمرت[8] سب سا[9]سترن - پڙيا مڪت نہ ھوئي
ايڪ اکر جو گُرمکِ[10] جاڻي - تسڪي نرمل سوئي.

راڳ سوھي، محلا پنجوان، شبد (٥٠)

(١٣) اوانڪار[1] شبد اُڌري - اوانڪار گُرمکِ تَري
اونم اکر سُڻھ ويچارُ - اونم اکر ترِڀوڻ[11] سار.

راڳ رامڪلي، محلا پھلا، دکڻي اونڪار پوڙي (١)

(١٤) ھر پڙھنا ھر بُڌھنا - ھر سنُ وکھي پيار
ھر جپيئي ھر ڌيائيئي - ھر ڪا نام اَڌار[12].

(٥١)

(١٥) پاڌا[13] پڙھيا اکتئي - بِديا[14] ويچري سھج سُڀاء
بِديا سوڌي[15] لٽ لھي - رام نام لِو لاء.

(٥٣)

(١٦) پوٿي - پرميسر[1] ڪا ٿانُ[16]
ساڌ سنگِ گاوھ گڻ گوبند - پُورن برھم[1] گيان.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد(١١٣)

(١٧) شاستر بيد پُراڻ پڙھنتا - پوڪارنتا اَجاڻنتا[17]
جان بُوجھي تان سوجھي سوئي - نانڪ آکي ڪوڪُ[18] نہ ھوئي.
(١٨) ليکا[19] پڙھيئي ھر نام - ڦر ليکُ[19] نہ ھوئي
پچ نہ سکي ڪوء - ھر در سد ڍوئي[20].

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٣)، سلوڪ محلا پھلا (٢٨) [محلا چوٿان]

---

١. پرماتما. ٢. سرير. ٣. زبان. ٤. ھردي ۾ گرھڻ ڪري نو. ٥. سياڻو، سمجھو. ٦. ڳولھي.
٧. اسلامي ڪتاب. ٨. سمرتيون. ٩. شاستر. ١٠. گروءَ معرفت. ١١. ٽيئي لوڪ.
١٢. آڌار، آسرو. ١٣. پنڊت. ١٤. ڀـلائي لاءِ. ١٥. ويچاري. ١٦. اٿواس، آستان.
١٧. اَڄاڻائي، بيسمجھي. ١٨. ڏاڙ، ڦرياد. ١٩. ليکو. ٢٠. داخلا.

## (٨) پڙهڻ، لکڻ، جپڻ.

(١) جال[١] موهه گهس[٢] مس ڪر-مت[٣] ڪاگد ڪر سار
پاڻ[٤] قلم ڪر چت ليکاري[٥] - گور پڇ لکه بيچار
لکه نام سالاهه لکه - لکه انت نه پاراوار
بابا - ايهه لکه جاڻ
جتي ليکا منگيئي - تتي هوءِ سچا نيشاڻ[٦].

### [سري راگ، محلا پهلا، شبد (٦)]

(٢) اکري[٧] نام اکري سالاهه - اکري گيان گيت گڻ گاهه
اکري لکڻ بولڻ باڻ[٨] - اکري سر[٩] سنجوگ وکاڻ.

جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (١٩)

(٣) قلم[١٠] مساجني[١١] ڪيا سدائيئي[١٢] - هردي هي لکه ليهه
سدا صاحب[١٣] ڪي رنگ رهي - ڪبهون نه تونس ليهه.

سري راگ، محلا چونسان، وار (٥) سلوڪ محلا ٽيجا

(٤) لکند يا لکند يا ڪاگد مس کوني[١٤]- دوجي[١٥] پاو سکه پاني نه ڪوني
کوڙ لکي تي کوڙ ڪماوهه - جل جاوهه کوڙ چت لاوٽيا.

راگ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦) ٢٢

(٥) نانڪ ناءُ خداء[١٣] ڪا - دل هڇي[١٦] مکه ليهه
اور دواجي[١٧] دني ڪي - جوني[١٨] عمل ڪريهه.

راگ مانجهه، محلا پهلا، وار (٦)

(٦) لکه ليکڻ[١٠] - ڪاگد مساڻي[١١]
رام نام هر[١٣] - امرت باڻي[٨].

راگ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢٨)

(٧) رسنا[١٩] اچري هر[١٣] سروڻي[٢٠] سٽي - سو اڌري ميتا
هر جس لکه لاءِ پاوڻي[٢] - سي هست[٢١] پوِتا[١٦].

راگ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٩)

(٨) رام[١٣] رام سيڪو ڪهي - ڪهيئي رام نه هوءِ
گور پرسادي[٢٢] رام من وسي - تان ڦل پاوي ڪوءِ.

راگ گوجري، محلا ٽيجا، شبد (٤)

---

١. جلاني چڏ. ٢. گهي، گهي. ٣. سمجهه، بڌي. ٤. پربر. ٥. لکندڙ، ليکڪ. ٦. نشاني، داخلا. ٧. اکرن جي اوٽ سان. ٨. باڻي، واڻي. ٩. ڪرمن جو ليکو. ١٠. قلم. ١١. مس. ١٢. گهرائين. ١٣. پرماتما. ١٤. ڪماني چڏي، اجاني وڃاني. ١٥. دنيت ڀاو، پياني. ١٦. شڌ. ١٧. ڏيکو ويکو. ١٨. ڪرم. ١٩. زبان. ٢٠. ڪن. ٢١. هٿ. ٢٢. ڪرپا سان.

(٢٣) هو نام ٿي آڌيا - جن مستڪ لکيا ڏُر[1] ڀاڳ واڳ، ڪانڙا، مِلا
هو دُرگهه جن پڻائين[2] - جن هر من وسيا آءِ ڄوتان، وار (٩)
جن نانڪ لي مک اُجلي - جن هو سڻيا من ڀا[3]ءِ.
(٢٤) ڪوني ڳاوي ڪر سٺي - ڪو اچو[4] سُڻاوي[5]
هم هم ڪي مَلّ[6] آوي - من چِنديا[7] پاوي (١٣)
آوڻ جاڻا[8] مٺيئي - هو ڪي ڪُن ڳاوي.

١. آد کان وٺي. ٢. سرڙيا ملندي. ٣. ڀور، ڀريت. ٤. اچارين ٿا. ٥. ٻڌائين ٿا. ٦. گندگي، وڪار. ٧. گهريا، پسند. ٨. جمڻ مرڻ جو چڪر ختم ٿي ويندو.

(١٣) ڪَدي[1] نہ وساري اَن ڍِن سماري - جان نام لئي تان جيوان
سَروَٽي سُٽي نہ اِهہ من نِرپتي[2] - گوُرمکہ[3] اَمرت پيوان.

راڳُ ڌناسري، محلا
چوٿان، چمت (٢)١

(١٤) پيکنُ[4] سُڻنُ[5] سناوَنو[6] - من مهہ دِرڙائيئي ساچ[7]
ٻوُر رهيو سربتر[8] مهہ - نانڪ هر رنگہ راچ.

راڳُ جئيتسري، محلا
پنجوان، وار (١)

(١٥) نِس جَن ڪئہ من تن بسي دئوءُ - جِن هر هر نام سمالو
ڏَن مايا سڀهي[9] نِس دئوءُ - جن هرُ[7] ميتُ ملاو.

راڳُ اشراڙي، محلا
چوٿان، شبد (٢)

(١٦) سِروني سُنٿہ هر هر هري[7] - ناڪر[10] جَس گاوءُ
سنت چرڻ ڪر سيس ڌر[11] - هر نام ڌياوءُ.

راڳُ اسلاوَل، محلا
پنجوان، شبد (٤٥)

(١٧) ڪَهڏي پُوت[13] سٽڏي[12] پروت - سي پوت جئي من وسايا
ڪهي نانڪ سي پوت - جني گوُرمکہ[3] هر ڌيايا[12].

راڳُ رامڪلي، محلا
تيجا، آنندصاحب (١٧)

(١٨) وڏ[10] ڀاڳي سڀي نام ڪي - هئہ جيوان سُڻ سٽي
پسوُن پرپت[14] اَکيسان[15] - اَڌري اِڪ ڪٽي[16].

راڳُ رامڪلي، محلا
پنجوان، وار (١٢)

(١٩) سڻ سڻ آکي ڪيتي ٻاٽي - سڻ ڪهئي ڪو اَنت نہ جاٽي
جاڪہ اَلکہ[7] لکائي آپي[7] - اَکت ڪتا بُڌ[17] تاها هي.

راڳُ مارو، محلا
پهلا، سولهو (٦)١٢

(٢٠) اِڪئي سٽڪي مَميا[18] - هر[7] اَتم ڪام
اَنتو هر[7] رنگہ آڇيا - گايا هر گڻ نام.

راڳُ مارو، محلا
تيجا، وار (١٣)

(٢١) اُتر ڪتا سٽيجي سروَٽي - ميا[19] ڪرهہ ڀگوان
آوت[20] جات دوئوُ بگہ[21] ٻوُرن - هانيئي سکہ اسرام[22].

راڳُ سارنگہ، محلا
پنجوان، شبد (٨٥)

(٢٢) جو جو ڪٿي[23] سڻي هر ڪيرتن - تاڪي دُرمت ناس
سگل مدورت ٻاوي نانڪ - پوُرن هروي آس.

راڳُ ڪانڙا، محلا
پنجوان، شبد (١٢)

---

١. ڪڏهين بہ. ٢. ٻاٽهجي. ٣. ستگوروءَ معرفت. ٤. ڏسڻ. ٥. ٻڌڻ. ٦. ٻڌائڻ. ٧. پرماتما. ٨. هر جاءِ. ٩. ملڪيت. ١٠. مهما، سوڀيا. ١١. مستڪ. ١٢. چوندي، ڳائيندي يا ڌيائيندي. ١٣. پوتر، شڌ. ١٤. پؤت. ١٥. پيسوجهہ. ١٦. ڪڻ، پل. ١٧ ٻڌي. ١٨. ڪر، ڪارج. ١٩. مهر، ڪرپا. ٢٠. جنم، مرڻ جو چڪر. ٢١. ٻاسا. ٢٢. آنند. ٢٣. ڪٿا ڪرتن.

## (۷) نام جو ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ.

(۱) ڪيم[1] سانت[2] رِڌ نؤنڌ - ٻڌ[3] گيان سرب نڌ سڌ[4]
ودِيا تپ جوگ پربهو ڌيان - گيان سريشٽ اُتم اِشنان
چار پدارٿ ڪمل پرگاس - سڀ ڪي مڌ[5] سگل تي اُداس[6]
سُندر چتر تتّ[7] ڪا گيانا - سمدرسي ايڪ درشٽيتا
اِهه ڦل تِس جن ڪي مُک ڀڻي[8] - گور نانڪ نام وچن من سُڻي.

[ راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٦)٢٤]

(۲) اَنند ڀئِيا وڏ ڀاگيهو - سگل منورٿ پوري
پاربرهم[9] پرڀ پايا - اُتري سگل وسُوري[10]
دُک روگ سنتاپ[10] اُتري - سُڻي سچي باڻي
سنت ساجن ڀئي سرسي[11] - پوري گر تي جاڻي
سُڻتي پُنيت[12] ڪهتي پوِت[12] - ستگور رهيا ڀرپوري
بِنونت نانڪ گور چرڻ لاڳي - واجي اَنهد تُوري[13].

[ راڳ رامڪلي، محلا تيجا، آنند صاحب، پؤڙي (۴۰)]

(۳) ناءِ سُڻيئي سڀ سِڌ[2] هوءِ - رِڌ[3] پڇي آوءِ
ناءِ سُڻيئي نؤنڌ مليءِ - من چنديا پاوءِ
ناءِ سُڻيئي سنتوک هوءِ - ڪؤلا[14] چرن ڌياوءِ
ناءِ سُڻيئي سهج[15] اُپجيءِ - سهجي سُک[15] پاوءِ
گور متي[16] ناءِ پائيئي - نانڪ گڻ گاوءِ.

[ راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۷)]

---

۱. آرام. ۲. رِڌ ڀُون. ۳. ٻُڌي. ۴. سڌ ڀُون. ۵. وچ ۾. ٦. نِرموهي، وِرڪت. ۷. سار، گيان. ۸. واسع سان چيا آهن. ۹. پرماتما. ۱۰. دک درد. ۱۱. خوش، پرسن. ۱۲. پوتر، شڌ. ۱۳. ساز. ۱۴. لڇمي مايا. ۱۵. گيان. ١٦. مت يا عقل.

(٤٢) باڙهہ بيڙي هاٿهہ تال - ناما ڳاوي ڳن ڳوپال
ڪنگہ حمن حب اٿي اهي - تہ ناما هر ڪرتا رهي ۔
(٤٣) گاوت سنت سناوت سرڌا - هر وس ٻي وڏ ڀاڳي
ڪل ڪليش مٽي سب تن لي - رام نام لدو جاڳي ۔
(٤٤) انسي روت روهہ من ميري - هر چرڻي چت لائي
ٻسر ڀئي گن گاءِ منوهر - نرپہ سهج سمائي ۔
(٤٥) ڏڏلو شرهہ لهو ڪيا ڏيوهہ - مالگهہ ليوهہ وههہ لهي
اوُن دالا حيتا سيتا ڪا - حيتا اندر جہ لهي ۔
(٤٦) سڦل سڦل درس - پرس پرس ڪن ڪانتئي
نانڪ لت لت سنہ ملئي - هري هير پڌانتئي ۔
(٤٧) ڪبير مري داس ڪو - سيڪو هستي هار
الهاري اس داس ڪو - جهہ حمو سرحطهار ۔
(٤٨) ڪبر رام ڪهن مهہ ڀيد هي - نامهہ ايڪ بچار
سوئي رام سڀئي ڪهي - سوئي ڪوڪ هار ۔
(٤٩) ناما ڪهي لِلوچنا - مک لي رام سمال
هاٿہ پاءُ ڪر ڪام سب - چيت نرنجن نال ۔
(٥٠) هر پراپي اس دن پهي - روپ رام لهہ حانَ
هر حن هر انتر نهي - نانڪ ساچي مانَ ۔

راڳ پسرڀ، ڀگت نامديو، شبد (١٠)

راڳ سارنگ، محلا پنڌران، شبد (١٢)

راڳ سارنگ، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)١

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (١)

راڳ ڪلياڻ، محلا پنڌران، شبد (٢)

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢)

(١٩٠)

(٢١٣)

سلوڪ، محلا ناوان (٤٩)

١. هٿن ؛ ٻيرن ۽ لوهہ حون ايڙاوُن. ٢. ڳاني ٻيو. ٣. ڪنگا ندي. ٤. حمنا ندي. ٥. اتي، اسٽي ناسي. ٦. وهن. ٧. تڏهن ۽. ٨. وشراس، نسچو. ٩. پرماتما. ١٠. حيرت ۾. ١١. ڏيئي. ١٢. آتما. ١٣. درسن ڪندي. ١٤. چترون ڀير ڪري. ١٥. تفاوت. ١٦. سنت مهاتمائون. ١٧. ڀگت نامديو. ١٨. ڀگت ترلوچن. ١٩. واس. ٢٠. ڀيد يا فرق.

(٣٢) جنمت[1] هي دک لاڳي - مرڻا آڻڪي
جنم مرڻ پرواڻ - هر گڻ گاڻڪي.

راڳ سوهي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٥

(٣٣) تب[2] لگ پراڻي تسئي[3] سرپوهه - جب لگ[4] گهٽ[5] مهه ساسا
جي گهٽ[5] جاء ته پاؤ نه جاسي - هر کي چرن نراسا.

راڳ سوهي، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(٣٤) گڻ گووند[3] گاوهه سڀ هرجن - راڳ رتن رسنا آلاپ
ڪوٽ جنم کي ترشنا نواري - رام رساڻ آتم ڌراپ[6].

راڳ بسلاول، محلا پنجوان، شبد (٨٥)

(٣٥) مان[7] موهه دونو ڪئهُ پرهر[8] - گوبند[3] کي گن گاوي
کهه نانڪ اهه پد کو پراڻي - جيون مڪت ڪهاوي.

راڳ بسلاول، محلا ناوان، شبد (٢)

(٣٦) رمت رام[3] جنم مرڻ نواري - اچرت[9] رام پيي پار اتاري
سڀ تي اوچ رام پرگاس - نس[10] باسر[11] جپ نانڪ داس.

راڳ گوند، محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٣٧) اونت ڀگنت هر[3] جاپ - ڀسٽي سگل سنتاپ
بئري[12] سڀ هووي ميت - نرمل تيرا هووي چيت.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٤١)

(٣٨) پئي ديال ڪرپال سمت جن - تب اهه باڻ بناڻي
سرب ڌرم مانو تهه ڪيئي - جهه پرڀ[3] ڪيرت گائي.

راڳ رامڪلي، محلا ناوان، شبد (٢)

(٣٩) اِڪو[3] جيئٽي مهه ماهه - اِڪس[3] کي سرڻاء
اِڪس[3] ڪر پرهڙي[13] - دوجي ناهي جاء.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٨)

(٤٠) مارو[14] لي سنبل ڪري - مدورهه ڪڇن هوء
سو ساچا[3] سالاهيئي - تس جيوڻ اور نه ڪوء.

راڳ مارو، محلا تيجا، شبد (٥)

(٤١) اِڪيي سٽڪي مديا - هر[3] انتر ڪام[15]
انتر هر رنگ اپجيا - ڪايا هر گڻ نام.

راڳ مارو، محلا تيجا، وار (١٣)

---

١. جنم سان ئي. ٢. تيستاءِ. ٣. پرماتما. ٤. جيستاءِ. ٥. سرير، ديهي. ٦. ترپت ڪري. ٧. اهنڪار. ٨. دور ڪري ڇڏ. ٩. جنم، اچارڻ. ١٠. رات. ١١. ڏينهن. ١٢. دشمن، پرهت، پريم. ١٤. گرم، تتل. ١٥. ڪم، ڪارج.

(٢٢) دؤک دود نہ يؤ ٻتايم - نام ٻمورت سد سُکــي
ساس ساس اَراڌ هر هُر[١]-ڌ ٻاءِ سو ٻرڀ من مُکي[٢].
واڳہ آسا، محلا ٻہران، چنت (١)٦

(٢٣) ناءَ مَنتي[٣] ٻت اُرڀحيو - سالاهي سچ سؤت[٤]
درگـہ اَنـدر پائيتي - ڱکر نہ اؤنس ٻؤت[٥].
واڳہ آسـا ، محــلا ٻهلا، وار (١٥)

(٢٤) لن کر مَتکي من ماهہ ٻلوئي[٧]-اس متکي مهہ شبد سنڌوئي[٨]
هر کا ٻلوڻا[٧] من کا ٻچارا-گرو پرسادي پاوي اَمرت ڌارا.
واڳہ آسا، کبيــر صاحب، شبد (١٠)

(٢٥) کيتي مالا جهورا وام - سُهس[٩] نام لـيو لبو کرؤ سلام
کهت کبير رام گن گاوءِ - هندؤ تُرک[١٠] دوئؤ سمجهاوءِ.
(١٣)

(٢٦) گهؤلگهت ليرو لٹ[١] ٻر ساجي-هر گُن گاءِ کؤڌهہ[١١] اَر ناچي
کهت کبر[١٣] اهؤ[١٢] لب حتي - هر گن گاوت جنم بتتـي.
(٣٤)

(٢٧) مل سنت گاوهُ حضر[١] پاوهُ-هر ٻربر وس ولگہ ٻبنيا[١٤]
هـــر لاب پايا آپ مٽايا - ملـي چـري[١٥] وچيتا[١٦].
واڳہ ڀهاگڙا، محلا ٻهران، چنت (٢)٥

(٢٨) آحَ کالِ ڦُن لوهہ کرس[١٧] هيو - سمجهہ واکهُ چيت
کهي نانک رام ٻنج لبو - جـاب اَؤسر[١٨] ٻيت.
واڳہ سورٺ، محلا ناوان، شبد (١)

(٢٩) هُر[١] وسنا حَس گاوي - کَـري[١٩] سُهـاڳڻـي
جو من لن مکہ هر ٻولي - سا هر ٻارڻـي.
واڳہ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١٣)

(٣٠) دن رَتَا[٢٠] ساس ساس گُڻا گاوان - هي سواهي[١] گُڌ ٻاوان
لـام ليرا سکہ نانک مانگي - صاحب[١] تُني ٻـاوان.
واڳہ سؤهي، محلا ٻہران، شبد (٤٨)

(٣١) کوٽ ايرٿ مجن اشنانا - اس کُل[٢١] مهہ مَئل ٻراهي
ساڌ سنگہ جو هرگڻا گاوي - سو اورمل[٢٢] کر لهـي.
(٥٠)

---

١. ٻـرمالما. ٢. مُکہ، زبان. ٣. کهہ. ٤. سُت. ٥. هٽيو. ٦. ٻؤلر، شڌ. ٧. ولـوڙڻا.
٨. گڌ کر. ٩. سوٻن ٻيرا. ١٠. مسلمان. ١١. آبا ڏبن، کُڌن. ١٢. اُمون. ١٣. گڌار ٻهدبن.
١٤. ٻيا ٻيا آهن. ١٥. کيج مدت کان. ١٦. وچڙل. ١٧. حواسدو، ٻڪڙيدو. ١٨. وقت،
مدو. ١٩. لمام سددو. ٢٠. رات. ٢١. ڪلڪہ. ٢٢. اؤحل، ڪؤمل.

(١٢) اُدَ رهِ آپ ترئ سنسار – رام نام جپ ايڪنڪار

آپُ ڪماء اُوران اُپديش – رام نام هردئ پرويش.

راڳ گوڙي، محلا پهريان، شبد (٢٨)

(١٣) پلي دنس پلي سنجوڳ – جت پيئي پاربرهم ترجوڳ

اوهہ پلا ڪڏ هڏ پل جاءِ – جت ميرا من جپئ هر ناءِ.

(٦٠)

(١٤) سگل پدارت اَشت سِڌ – نام مها رس ماهہ

سُپرسن پئي ڪيشوا – سي جن هر گڻ گاءِ.

(١١٦)

(١٥) جهہ پرساد تيرو رهتا دوم – من سدا دياءِ ڪيول پاربرهم

پربُ جي جپت دُکهہ ماُن پاوهہ – نانڪ هت سيتي گهر جاوهُ.

راڳ گوڙي، محلا پهريان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٣) ٦

(١٦) آپ جپهہ اَوران نام جپاوهہ – سنت ڪهت رهت گت پاوهُ

سارَ پڙُت ست هر ڪا ناءِ – سهج سياءِ نانڪ گڻ گاءِ

گُن گاوت تيري اُترس مَل – بنس جاءِ هؤمئ بکهہ ڦيلُ

هوءِ اَچنت وسئ سکهہ نال – ساسِ گراس هر نام سَمال.

٦(١٩)

(١٧) سو سُرتا سو بشنو – سو گياني دنوتنُ

سو سُورا ڪُلونتُ سوءِ – جن پڄيا پگونتُ.

راڳ گوڙي، محلا پهريان، ٿتي (١٧)

(١٨) جپ جپ جيوان نام – هوويئ انند گهڻا

مِٿيا موهہ سنسار – جهوُٺا وِنسڻا.

راڳ آسا، محلا پهريان، شبد (١١٣)

(١٩) آوهہ ميت اڪٺر هوءِ – رسُ ڪس سپ پُڇهہ

اَمرت نام هر هر جپهہ – مَل پاپا مُڇهہ.

(١١٤)

(٢٠) دوُکن گاوءِ سکهہ پي گاوءِ – مارگ پنٿُ سَماري

نام درڙ گور من مهہ ديٿا – موري تِسا بُجهاري.

(١٢٢)

(٢١) ڪرڻ ڪارڻ سَمرث سو پربُ – جيڻ داتا آپ

تياڳ سگل سيا ٽيا – آنَ پهر پربُ جاپ.

(١٣٨)

---

١. پرماتما. ٢. سمرن ڪر، جپ. ٣. سنو، سياڳو. ٤. ميلاپ. ٥. وقت. ٦. اَٺ سڌيوُن. ٧. رهڻي ڪهڻي. ٨. تت روُپ. ٩. پکڙجڻ. ١٠. جاڙوُ. ١١. سوُرهيه، وير. ١٢. اوُچي ذات وارو. ١٣. بيبها. ١٤. گڏ. ١٥. ماٽيوُن. ١٦. مٿائي چڏيوُن. ١٧. ترشنا. ١٨. ڇڏي

(۳) سدا سدا ساچي[1] گڻ گاوهه - ساچيءَ ناءِ پيارُ
کريا کرکي آپڻي - داوُن[2] ڀگت ڀنڊار.

سري راڳ، محلا
ليهاڻ شبد (۲۵)

(۴) گڻ گاوان گڻ وِٿرا[3] - گڻ ٻولي[4] ميري مساءِ
گورمک سچ ڪلڪارِيئا - مل سچن هوگڻ گاءِ
هيري هيرُ مل ٻيڌيا[5] - رانگ چاوُليءِ[6] ناءِ.

سري راڳ، محلا
چوٿان، شبد (۳)

(۵) پروردگار سالاهڻي - جسدي چلڻ[7] آنڪ
سدا سدا آراڌيڻي - ايها مت وسيڪ[8]
من تن مٺا لِس لڳيءِ - جس مستڪ نانڪ لڪ.

سري راڳ، محلا
پنجان، شبد (۱۹)

(۶) گاوي ڪو تاڻ[9] هووي ڪسي تاڻ[10]- گاوي ڪو دات جاڻيءِ نشاڻ[11]
گاوي ڪو گڻ وڏيائيا[12] چار - گاوي ڪو ودِيا وکم[13] وچار.

جپ صاحب، محلا
پهلا، پوڙي (۳)

(۷) هرگڻ پڙهيڻي هرگڻ گڻيڻي[14] - هر هر نام ڪٿا نِت سُڻيڻي
مل ست سنگت هر گڻ گائي - جگ پوجل دُتر تريڻي هيڻُ.

راڳ ماڌهه، محلا
چوٿان، شبد (۳)
[ڪيرتن سوهلا]

(۸) آکڻ آکه نه رڄيا[15] - سُڻن نه رڄي ڪن
آکي ڏيکه نه رَڄيا - گڻ گاهڪ[16] اِڪ وَن[17]
ڀکيا ڀُکه نه اُترئي - گالي ڀکه نه جاءِ
نانڪ ڀکا تان رهيءِ - جان گڻ کهه گڻي سماءِ.

راڳ ماڌهه، محلا
پهلا، وار (۱۹)، سلوڪ
محلا دوجا

(۹) جيءَ گور ڪِيرت[18] آکيڻي - ڪرلي ڪا هوءِ ٻچارو
اِمع گهر گاوهه سوهلا[19] - سِورهه سِرجڻهارو.

راڳ گوڙي، محلا
پهلا، شبد (۲۰)

(۱۰) مل پريتم[20] ساچي - گن گاوان
نانڪ ساچيءِ - ساچ سماوان.

راڳ گوڙي، محلا
ليهاڻ، شبد (۳)

(۱۱) اِڪ گاوت رهيءِ من ساد نه پاءِ - هؤميءِ وچ گاوهه بِرٿا جاءِ
گاوڻ گاوهه جن نام پيار - ساچي ٻاڻي[21] شبد وچار. (۴)

---

۱. پرماتما. ۲. ڀنڊير آهي. ۳. بيان ڪريان. ۴. ٻڌايان. ۵. ملي تو وڃي. ۶. ڳُوڙهو.
۷. [illegible]. ۸. سلي ۹ ڪير واڻاڻ ڪري سگهندو؟ ۱۰. ٻل. ۱۱. نشاني. ۱۲. سندر.
۱۳. [illegible]. ۱۴. ويچار ڪجي. ۱۵. ڍاپي نٿي. ۱۶. گراهڪ، الدر ڏن. ۱۷. هڪ هڪ
۱[illegible] ڪي رنگ. ۱۸. ڪيرتن. ۱۹. مهما، جس. ۲۰. ستگورو. ۲۱. ٻراهم ٻاڻي.

## (٦) نامَ جو جپڻُ، مِٺڙ ۽ ڳائڻُ.

(١) اَنسا ڪيرتن ڪر من ميري - ايهان اوُهان[1] جو ڪام تيري. (١٠١٠)
جاسُ جَپت پؤ آپدا جاء - ڏاوُت مدوُنا آويِ ناء
جاس جپت ڦر دوُکهُ[2] نه لاگيِ - جاس جپت اِهه هؤميِ ڀاڳيِ
جاس جپت وَس آوهِ پنچا[3] - جاس جپت ردي امرت سنچا[4]
جاس جپت اِهه ترشنا بُجهيِ - جاس جپت هر درگهه سِجهيِ[5]
جاس جپت ڪوٽ مِٽهه اَپراڌ[6] - جاس جپت هر هووَهه ساڌَ[7]
جاس جپت مَنُ سيتل هوويِ - جاس جپت مَل سگلي کوويِ
جاس جپت رتن هر مليِ - بُهڙ نه ڇوڏيِ هر سنگه هَلي[8]
جاس جپت ڪئي بئڪنٺ واس[9] - جاس جپت سکه سهج نواسُ
جاس جپت اِهه اَگن نه پوهت[10] - جاس جپت اِهه ڪال نه جوهت
جاس جپت تيرا نرمل ماٿا - جاس جپت سگلا دکه لاٿا
جاس جپت مُشڪل ڪڇوُ نه بنيِ - جاس جپت سُڻ اَنهت ڌُني
جاس جپت اِهه نرمل سوء - جاس جپت ڪمل[11] سِڌا[12] هوء.

[راڳه گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)]

(٢) ناءِ منيئتي[13] دُرمت گئي - مَت[14] پرگٽي آيا
ناءِ منيئتي هؤ ميِ گئي - سڀ روگ گوايا
ناءِ منيئتي نام اوُپجيِ - سهجي سکه پايا
ناءِ منيئتي سانت اوُپجيِ - هر من وَسايا
نانڪ نام رتن هيِ - گوُرمکه[15] هر ڌيايا.

[راڳه سارنگه، محلا چوٿان، وار (١١)]

---

١. لوڪ پرلوڪ. ٢. مصيبت، مشڪلات. ٣. پنج وڪار. ٤. حاصل ٿئي ٿو. ٥. پروان ٿئي ٿو. ٦. گناهه. ٧. سنت، مهاتما. ٨. گڏجي وڃي ٿو. ٩. ڪيترا. ١٠. لڳي نٿي سگهي. ١١. پرماتما. ١٢. سدمڪ. ١٣. مڃڻ، مڃڻ. ١٤. سمت. ١٥. گوروءَ دوارا.

ٻري، ۽ چار مُڪتا هڪ ٻئي مٿان، مٿي تي رکي، پاڻ ۾ کِلندا اُن ڳالهائيندا اُن، اسلڪ اُچيندا اُن نچندا اُن، مرڪندا اُن آهن، يا ڪي چوڪرا اُن، ڏڪئي نمونا جا سنگيتر مڙ اهميندي ۽ پيون اين سان ڳالهيون اولهيون ڪندا اُن آهن. پوءِ ۾ تڪو مُڪتا مٿي لان ڪرندا آهن ۽ تڪو ڪُڃا غلط ڪچندا آهن. چو؟ چاڪاڻ ته اُهن جو چت، مُڪن ۾ سنگيتر ۾ لڳاتار ڪُتو امنو آهي ۽ چت ڪماڻ جو ڪافي اَڀياس ڪيل اَٿن. هاڻي جي چت اَن مُڪي ۾ سنگيتر ۾ ڪماڻي سگهجي ٿو، ته اَڀياس ڪري، چت رام ۾ ۽ رام نام ۾ ڪماڻ ته ممڪن ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري، اي ٻندا، اهو اَڀياس ڪر جو اَمر ڪري ۽ اَمر ٻڻائي. رام نام جي جاپ جي شروعات ٿيڻ مُک، جپ ۽ گاي سان ٿئي ٿو ڏيري ڏيري، من جي ورتي ۽ سُرتي ۾ اوڏاهين ڏوڙائڻ جي ڪوشش ڪجي. الس ڪندي ڪندي، آخر اُها اوسٿا ۾ ايندي، جو مک، جپ ۽ گاءِ، بلڪل شانت ۽ ٻيا ڪنهن چرپر جي رهندا، مگر من رام نام جي ڏاتيءَ ۾ بامراد، مگهن ۽ مست رهندو، ٻڌي ڪُلندي رهندي ۽ آتما تڙندي ويندي. اهو آهي هردي جو ڪيت يا آنند جي ڏاتي. وري جي انهيءَ اسٿتيءَ ۾، من حي مصلحت کي ۾ ماٺ ڪرائجي، ته صفا خالي ٿيل من، رام نام جي ۾ حد ٿيو، لاحد ۾ هلبو وڃي ۽ آنند سان ڀرپوور ٿي، ”ن سماڌيءَ يا سهج سماڌيءَ يا نروڪلپ سماڌيءَ ۾ سمائجي وڃي.

ڀارت ورش جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، قديم ڪان، ڪئين ڀڳوان جا ڀڳت پرگهٽ ٿيا آهن، جن پنهنجي جيون ۽ اُپديش ڏيارن، نام جو ناد وڄايو آهي ۽ سنسار کي سچائيءَ جو سنديش ٻڌي پهچائيو آهي. صاحبن ۾ اها ساک ڏني آهي ته آتما جي آزاديءَ جو علاج، نام جي نسخي ۾ آهي. انسانيت جي اُڌار لاءِ، نام اَوَل آسرو ۽ آڌار آهي، نام ۽ نفس نعمت آهي. ڪابه نعمت مفت ڪانه ملندي ۽ قيمت اَدا ڪرڻي پوندي. نام لاءِ ناٺر کي صدق ۽ سڪ جو، سوا اي ٻندا، صدق ۽ سڪ جو سمر ڪڻي، تڪو نام جي سودي لاءِ. انهيءَ سودي جي سوداگري سانو ڪري ڇڏيندو. جيئن ڏاڪر پاڻ ڇُهالي، داڻن کي هار جي صورت ڏيندو آهي، يا جيئن رنگ پاڻ مِٽائي، شربت کي شرف بخشيندو آهي، تيئن ئي نام پاڻ جذب ڪري، نامداريءَ ٿي نوازش ڪندو آهي. ڪلا نام جي، نه ناموس ۽ ناماري تڪري نامداريءَ جي. نامداريءَ جي صدق ۽ سڪ مٿان، نام نثار ٿئي ٿو ۽ نامداريءَ جو ترنڪار سان ميل ڪرائي ٿو. پر جي نام جو جاپ هرميءَ وڃ هوندو، ته جدائي مور ڪين دور ٿيندي.

۽ هردي سان ڌيان ڌارڻ.

صاحب ڇو نه نام لاءِ مان اُئين تڙپان ۽ ڦٿڪان جيئن مڇي پاڻيءَ لاءِ، جيئن ٻار ماءُ جي جدائيءَ ۾، جيئن اُڃايل پاڻيءَ لاءِ، ٻاٻيل ڪاڏي لاءِ، سپ بوند لاءِ ۽ چاترڪ مينهن جي ڦڙيءَ لاءِ. هي پرماتما مان نه نام کان سواءِ، هڪ پل به نه ٿو جي سگهان. هي مالڪ مهروان، مون تي اها دیا ڪر ته رڳو پيو تنهنجو نام جپيان، مون کي اِها وڏائي ڏي ته تنهنجي چرن ڪمل ۾ ڌيان لڳايان، مون کي اِها سمت ڏي ته سک ڏوڙي دک ۾ تنهنجي سهاري هيٺ رهان ۽ مون تي اِها بخشش ڪر ته ڏينهن رات پيو هر رس پيان، زبان سان گوبند جا گڻ ڳايان، ڪنن سان هريءَ جو ڪيرتن ٻُڌان، اکين سان درسن ڪريان ۽ من کي ڀڳتيءَ جو ڀوڄن کارائي ترپت ڪريان. سنسار ۾ سڀ ڪجهه اڇڻو وڃڻو آهي، سو گهڙي جا ونيندس ۽ وٽي ۾ جا ساڻ نيندس؟ سڀ ڪجهه هتي ئي ڇڏيندس. ڇو نه اهو ڪي گهران جو پوءِ گهرڻ جو گهرڻالو ئي ختم ٿي وڃي؟ سو هي پيارا پرميشور، مون کي نام جو پدارٿ ڏي ته گهڙيءَ جو هار ڪري پايان، اٺئي پهر نام ڌيان ۽ نام ۾ سمائجي وڃان. اِئين گڏ گڏ ٿيان جيئن ڪنئار کاند جي ڪچ ۾، اِئين ٺران جيئن گلاب جو گل صبوح جو شبنم ۾، اِئين ٺران جيئن تپت زمين برسات جي پاڻي ۾.

ڪروڙين ساڌڪ نام جو دان گهرن ٿا ۽ ڪن ورلي خوش نصيب منگتن کي، نام جو ڪٽورو جهوليءَ ۾ جهلجي ٿو، ڇو ته تڙپ جي تابش ۾ تاثير ڪونهي، توفيق ڪونهي، توحيد ڪونهي. هي بابا سائين، مان به انهن منگتن مان هڪڙو آهيان. ابابر مان مورک آهيان، اياڻو آهيان، نالائق آهيان پر مان به تنهنجي نام جو منتظر مشتاق آهيان. ڦران وڃان توتان ۽ تنهنجي ناءَ مٿان. مون کي به پنهنجي رنگ ۾ اِئين رنگ، جو نه اهو رنگ مٽجي ۽ نه مون کان ورِي نام وسري وڃي. پيو ڳايان، پيو جپيان، پيو سمريان، تان جو رام نام، رڳ رڳ ۾، نس نس ۾، سواس سواس ۾، سمائجي وڃي ۽ اِئين پاڻمرادو، بنا ڪنهن به ڪوشش ۽ ڪشش جي، پيو گونج اٿي، سر ۾ مان، دماغ مان، دل مان ۽ هردي مان. هر واچار ۽ هر ڪرتيو، رام نام جي رنگ ۾ رتل هجي. لعل لالون لال ٿي پئي.

لِس بِسن گهڙي نه جيونون - بن ناويءَ مر جاءِ
مهج انڌلي نام نه وسريءَ - ٽيڪ ٽڪي گهر جاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (۲)۸

هت اهو سمجهڻ ضروري آهي ته اهڙي اوستا ڪيئن اچي سگهجي جو هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت ۾، اٺئي پهر، رام نام جپيو رهجي؟ مطلب هيءُ آهي ته هٿ همشه هاڄ ۾ هجي ته به دل هردم يار ۾ لڳي رهي. اهو ڪونه ڏنو اٿو نه ڄاڻون، دڙيءَ تان پاڻي

الندي وهندي، سمهندي جاڳندي، دک سک ۾، شد هردي سان ۽ سچيءَ سڪ سان
سڀ ڀا آدم اياءِ ڦتا ڪري، سائينءَ جي شرڻ وٺي، ستگرو جي اوٽ ۾، سنتن جي
سنگ ۾، رڳو نام جي رنگ ۾ رتا پيا آهن. اهي رام نام جو سهارو وٺي ڇُٽي ويا ۽ ٻيءَ نڪتا.
باقي نه سچو سنسار، ٻڌارن جو پلاند پڪڙي، انت وٺي لڙهي وڃو. اهي ٻڌارت
ڏاڍي جيڪي ڦاسي آهن، جي انت وٺي دم گهٽن ٿا، ساهه سوڙهو ڪن ٿا، ڦٿا جسر ڏکر
لڳائين ٿا، ٻو ٻرهم ڪان ٻري رکن ٿا. سو اي ٻندا، نام جو جزائو همت ڪر. نام جي سچن
ڇڏن ۽ مولن هي ڪوح ۾، اندر جي عشق ۾ لهون هڻ. اهي همت ڇڙهن نه ته گڏ ۾
پڙ ۽ ا. ملهه لي وڪڙا. پاڻ پاهه ۽ ٻين کي پاراءِ. ڪيترا ئي پاڻمدين ۽ ڪترا ئي وراهمدين،
نه هي املهه جزائو ڪُنجط جو نه آهي. ساڻ نه ساڻي ٿي هلندو ۽ ٻوٻن لاءِ ورثي ۾ ا. رهندو،
وري وري وراهمدين نه ا. ڦڏندو ويندو. اها ٻرڪت جي ٻهار ۽ عجايب جو اسرار آئي.

جن کي صدق آهي، ان کي ئي سڪ آهي. سِک آهن سڪ جا سِڪايل. اهي
سودائي، نام لاءِ سڪن ٿا، جاڳن ٿا ۽ ٻاڏائن ٿا. اهي لوڀ جا تابعدار، لعلي جا طالب،
تاڃان جا تلاشي، پيا لڙڦن، پيا پڪارين، نه ٻرن ڪا ٻهل ٻپاري ۽ پياس ٻجهائي. رام نام
جو ٻڪ لي ٻئي ئو ڇڏين ۽ ٻئون سڀ آسون مٽائين. ڀڳت نامديو جن فرمائين ٿا:

(١) والگس رانگئهُ شدون شدوءَ – رام نام ٻن گهڙي نه جدوءَ
ڀڳت ڪرڻهر ڪي گن گاوءَ – آٺ ٻهر اپنا خصم ڌياوه.

راڳ آسا، ڀڳت نامديو، شبد (٣)

(٢) ٽيري ڀگت نه ڇوڏءُ – ڀاوي لوگ هسيءَ
چرن ڪمل – مري هيٺري بسيءَ.

راڳ بسنت، ڀڳت نامديو، شبد (١)

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ نام جي سڪ بابت جيڪي ٻه چار آهي، تنهن مان چوڻ
وچن مٿي ڏنل آهن. هونئن ٻيت سٽ تان صدقي وڃجي. صاحبن جيڪي فرمايو آهي،
تنهنجو تات ٻرح هي آهي، نه سنسار ۾ ڪيئين دونگي سنت ساڌو، سانگ ٺاهي پيا
ڪوڙن ڪتاڙون ڪن. ڏس نه ڪاٿيءَ ڪاٿيءَ ۾ ڏٺوري لڳي ٻئي آهي. هرڪو هام هڻي ٿو
حاصليت معهدي ئي همت وس آهي ٻوءِ ڪي پيا چڙهون هڻي جيع وڃهن، ڪي رام
للا ۽ ڪرشن ليلا جي راس وڃائن، ڪي ديوي جا جاڳرتا لڳائن، ڪي پيا تال ۽ رباب
وڄائين، ڪي گهنگهرو ٻڌي پيا نچن، نچن ۽ جهمرون پائين، ڪي رڌن ۽ ٻڌن جي
ڏيکاءُ ڪرڻ لاءِ پيا پڙهن، ڪي شاسترن ۽ پراڻن جا پيا ورق ورائن، نه ڪي پيا ٽلوي
واڱن جي سُرن جي چتايتي ڪن. ٻر صدق ۽ سڪ ٻنا، اهو سڀ ٻمعني، ٻروا ۽ ٻسنا
آهي. جوم، جزت ۽ جاهليت آهي. سچ آهي نام ۾ سُرلي سمائڻ، چت سان سمرن ڪرڻ

# نامَ ۾ صدقُ ۽ نامَ لاءِ سِڪ.

هن ڀاڱي جي ٻئي باب مان ڏسبو، ته صاحبن پرماتما متعلق، صدق ۽ سڪ جي هدايت ڪئي آهي. ٽئين باب ۾، ستگور بنسبت صدق ۽ سڪ جي فرمائش ٿيل آهي ته چوٿين باب ۾، سنتن لاءِ سڪ جي سمجهاڻي ڏنل آهي. هن باب ۾ وري نام بنسبت، صدق ۽ سڪ جو احوال آيل آهي. مطلب ته صدق ۽ سڪ بنا، ڪنهن ڏس ۾ به سڦلتا ملڻ، ناممڪن آهي. رام نام، عبادت جي اول عبارت آهي، جا اچاري سگهبي، رڳو صدق ۽ سڪ سان. ايمان ۽ اُتساهه بنا، رام نام جو مطالع ڪرڻ ئي مشڪل آهي. ڪيول رام نام جپڻ ئي، اسانجو مکيه ڪارج هئڻ گهرجي. گورو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

(١) ديوا ميرا ايڪ نام - دک وچ پايا ٿيل
اُن چاڻ اوهه سوکيا - چوکا جم سُڻ ميل.

راڳ آسا، محلا
پهلا، شبد (٣٢)

(٢) نامي راتي هؤمي جاءِ - نام رتي سچ رهيي سماءِ
نام رتي جوگ جُگت بيچار - نام رتي پاوهه موک دُئار.

راڳ رامڪلي، محلا
پهلا، سڌ گوشٽ (٣٢)

نام، هڪ مدو ۽ هڪ چيتو ئي اهو ڏيائيندو، جڏهن جو نام ۾ سچو صدق هوندو، پورن وشواس هوندو. گورو جن، ڦر ڦر ڏئي چيو آهي ته نام آهي، مدهجو ماتا پتا، ڀاءُ ڀرائي، متر ملاقي، ذات پات، ڪٽنب قبيلو، پاٺ پوڄا، ويد پُران، تيرٿ ياترا، ڪاڏو ٻيتو، دوا درمل، اجهو آسرو، حيلو وسيلو، مانُ شان، لڄ پت، جيئڻ جو جياپو ۽ انت جو سهائي. وڌيڪ سمجهائين ٿا ته مون سڀ ڌرمي پستڪ واچي ۽ ورائي ڏٺا آهن، ۽ سڄي سنسار جا علحدا علحدا آزمودا پرائي ڏٺا آهن، جن انهيءَ نرنئي تي آندو اٿم، ته سچو سک ۽ اٽل آنند، نام مان ئي اُڀرن ٿو. ڏکيءَ جي درتي، ڪئين دکي ۽ دردوند بيمار پڪارين، ٻيا ٻيچارا، پر جيڪي نام ۾ رتل آهن، سيئي درويش اُٺجي پيا ۽ هريءَ جو ڪيرتن ڪندي، هرجن ٿي پيا ۽ اَمرت پي اَمر ٿيا. ڀنگ جو نشو درويش ڪونه لٿائيندو.

جن جن هر رس پيتو آهي، سي سڀ اچرج ۾ پئجي ويا آهن، سانت ۾ سمائجي ويا آهن، جيئن ڪو گنگو مٺائي کائيندو آهي، پر مٺائيءَ جي واکاڻ مات ۾ ئي ڪندو آهي. تنهجي مات به معنيٰ واري آهي. جيئن پاڻي ۽ صابڻ، ميري ڪپڙي جي ميراڻ ڪڍندا آهن، تيئن نام به من جي مئل ڪڍي، من کي اُوجل، پوتر ۽ نرمل ڪري ٿو. نام هڪ ڪڻ ۾ ٿاري ٻار ڦيرائي سگهي ٿو، جي انهيءَ ڪڻ ۾، سچو صدق ۽ سڪ سمايل هجي. اهڙا ڪڻ ئي اُڏندا ڪٽوائي هي. اهڙا جيئرو وڏڀاڳي آهن ۽ شاهن جا شاهه آهن، جي نام جو صدق ساري، رات ڏينهن،

